سنڌ فورم پرچارڪ سلسلو ـ 5

# اي سنڌ جا سنڌيو!

نور احمد ميمڻ

ڇپائيندڙ

سنڌ فورم

# سنڌاءُ




اي سنڌ جا سنڌيو!
ليکڪ: نوراحمد ميمڻ
پهريون ڇاپو: جون 2007ع
ٻيون ڇاپو: اپريل 2008ع
ڇپائيندڙ: سنڌ فورم، ڪراچي

گهرائڻ لاءِ پتو
پوسٽ باڪس نمبر 7363
ڪراچي 74400

قيمت: 30 رپيا

# پيش لفظ

هن وقت سنڌ ۾ سماجي ابتريءَ جي صورتحال بيحد ڏکائيندڙ آهي. ان جي وڏن سببن مان هڪ اهم سبب سماج جي مختلف طبقن پاران پنهنجي ذميدارين ۽ فرائض جي ادائگيءَ ۾ شعوري ۽ غير شعوري ڪوتاهي آهي.

هن ڪتاب جو مقصد سماج جي مختلف طبقن جو، پنهنجي ذميداراڻي ڪردار جي طرف توجه ڇڪائڻ آهي. سماج جا مختلف اهم طبقا جيڪڏهن پنهنجي مٿان لاڳو اخلاقي، سماجي ۽ پيشه ورانه ذميدارين ۽ فرائض پوريءَ طرح سرانجام ڏيڻ شروع ڪن ته موجود ابتريءَ جي صورتحال ۾ خرابين کان ڪافي حد تائين بچي سگهجي ٿو.

انهن ذميدارين ۽ فرائض جي عدم ادائگيءَ جي ڪري جتي اسان سنڌي سماج جي لاءِ ڇاڻي واڻي هٿ وٺي تباهيءَ جا ذميدار بڻجون ٿا، اتي اسان پنهنجي شخصيت ۽ ماڻهپي جي ترقيءَ جا پڻ دشمن بڻجون ٿا. انهيءَ ڪري جو ماڻهوءَ جي شخصيت جي ارتقا ۽ ماڻهپي جي تڪميل جو تعلق سماج ۾ سندس ذميدارين جي ڀرپور ادائگيءَ سان ئي آهي.

هيءَ ڪتابڙو سنڌ جي مختلف اهم شعبن جي ماڻهن کي پنهنجي عملي ڪردار جو جائزو وٺڻ لاءِ هڪ آئيني جي حيثيت رکي ٿو، جنهن ۾ هرهڪ مخاطب پنهنجو جائزو وٺي ڏسي. اهو واضح هُجي ته هتي جن ماڻهن کي پنهنجي عملي ڪردار جي حوالي سان مخاطب ڪيو ويو آهي. سي سڀ جو سڀ انهن شعبن جي ڀينگ جا ذميوار ناهن. انهيءَ ڪري هن آئينيءَ ۾ جيڪو مخاطب پنهنجي عملي ڪردار ۾ سنوريل آهي، سو الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪري، پاڻ کي وڌيڪ موثر سرگرميءَ سان سماج لاءِ ڪارآمد بڻائي ۽ جنهن کي خرابيون محسوس ٿين ته اهو آئيني تي ڪاوڙجڻ بدران پاڻ کي سنوارڻ جي ڪوشش ڪري. پنهنجو اصل وساريل ڪم ياد ڪري ۽ پنهنجي بي عمليءَ تي پنهنجي نفس جو احتساب ڪري. اهڙيءَ طرح انسان جي سندن تخليقي مقصدن کي سجايو ڪرڻ لاءِ عمل تي آماده ڪرڻ، هن ڪتاب جو مقصد آهي.

هن ڪتابڙي ۾ سنڌ واسين جي ذهنن، روح ۽ قلب جي دروازي تي دستڪ ڏني وئي آهي. انهيءَ دستڪ جو آواز اسان پنهنجي چوڏاري وڏ کان وڏ ماڻهن تائين رسائي هڪ طرف پنهنجي پاڻ ۽ پنهنجي قوم لاءِ ذميداريءَ جو ثبوت ڏينداسين ته ٻئي طرف پنهنجي ماڻهن ۾ خدا پرستي ۽ انسان دوستيءَ جي جذبي کي سگهارو ڪرڻ جو ڪارڻ به بڻباسين.

نور احمد ميمڻ

# اي سنڌ جا دولتمندؤ!

الله سائينءَ طرفان اوهان انسان ڪري پيدا ڪيا ويا آهيو، ۽ اشرف المخلوقات بڻايا ويا آهيو تہ ان حيثيت ۾ اوهان جون ڪي اصل ذميواريون بہ آهن. اوهانکي، رڳو مشين ۽ روبوٽ وانگي ڪمائي، دنيا گهمي ڦري، بلڊنگن ۾ اضافو ڪري، آرامده گهر جوڙائي، عيش ڪري، عارضي سک ماڻي مرڻو ڪونهي. اهو پلجي ٿا وڃو تہ اوهان جي تخليق جو بہ ڪو مقصد آهي. اوهان سماج جو هڪ لاپاڻتو ڪل پرزو آهيو. اوهان هيءَ بہ وساري ٿا ويهو تہ اوهان سان لاڳاپيل ڪي ماڻهو آهن، ڪي عزيز آهن، ڪي پاڙيسري آهن، ڪا برادري آهي، ڪا پنهنجي قوم آهي... ڪڏهن سوچيو اٿو، انهن جو ڇا حال آهي!؟ اوهان هيءَ بہ پلجي ٿا وڃو تہ معاشري جون ڪي خرابيون آهن ۽ انهن خرابين تي بحيثيت انسان جي ڪاڻ، پڇڻ ۽ پڇرڻ اوهانجي بہ ذميداري آهي. اهي سڀ ڳالهيون هڪ هڪ ڪري اوهان جي دماغ مان نڪرنديون ٿيون وڃن. اوهان جي ذات ۽ پنهنجي اولاد جي عيش عشرت واري زندگي ۽ انهن جي مادي مستقبل سنوارڻ جي فڪرمندي اوهانجي اعصابن تي سوار آهي. مال جي محبت ۽ مرتبن جي هوند اوهان کي لذتن ۽ آسائشن جو ديوانو بڻائي ڇڏيو آهي. زندگيءَ جي حقيقي ۽ سنجيده مسئلن کان اوهان اکيون ہوٽي ڇڏيون آهن. اوهان کي مادي خواهشن جي تڪميل هر قيمت تي گهربل آهي ۽ اوهان جو جيئڻ مرڻ ان جي لاءِ آهي.

اوهان سمجهو ٿا تہ اوهين سماج جي چونڊ پڙهيل ۽ معتبر اشرافيہ گروهہ جو حصو آهيو. اوهان اڳتي نڪتل آهيو ۽ اوهان کي انساني ۽ ديني ذميدارين ۽ روحاني آسودگين جي ڪا ضرورت ڪانهي ۽ اهي مشغوليون گهٽ ترقي يافتہ ماڻهن جو وڙ آهن! اوهان ڇاڪاڻ تہ ترقيءَ جون مٿيون منزلون طئي ڪري چڪا آهيو ۽ زندگيءَ جون مڙئي آسائشون اوهان کي حاصل آهن، انهيءَ ڪري اوهان کي اهڙين مشغولين ۾ پئجي پنهنجي عيش کي ڦيتاڙي ۾ وجهڻ جي ڪمڙي ضرورت آهي! اوهان جي اکين تي خودغرضي ۽ نفس پرستيءَ جا اهڙا پردا چڙهي ويا آهن جو اوهان کي پنهنجي ذات، پنهنجي مفادن ۽ پنهنجي لذتن کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نظر نٿو اچي! پر جيڪڏهن اتفاق سان ديندار بڻجي ويا آهيو تڏهن بہ توهان جي دينداريءَ جو بنياد قرآن جي هدايت پري تعليمات ۽ الله تعاليٰ جي معرفت مليل

ابراهيمي شعورناهي، جنهن چيو هو تہ "منهنجي نماز، منهنجون قربانيون، منهنجو مرڻ ۽ جيئڻ ان پالڻهار جي لاءِ آهي جيڪو سمورن جهانن جو پالڻهار آهي ۽ مان سندس ان رستي تي آهيان، جنهن جو مون کي حڪم ڪيو ائائين."

درحقيقت اوهان جڏهن "ديندار" بڻجو ٿا تہ ان وقت بہ خودغرضين جي ڏٻڻ مان نٽا نڪرو. اوهان جي دينداري جڏهن اوهان کي خرچ ڪرڻ لاءِ اڪسائي ٿي تہ اوهين خلق خدا جي ڀلي بدران انفرادي اطمينان لاءِ پاڻ ۽ پنهنجي اولاد جي حج ۽ عمرن مٿان عمرن جا پرگرام ٺاهي پنهنجي نفس کي خرچ ڪرڻ جو دلبو ٿا ڏيو. جيڪڏهن اجا ڪجهہ وڌيڪ خرچ ڪرڻ جي نيت بڻجي ٿي تہ پوءِ مئلن جا حج بدل ۽ عمرا بدل ٿا ڪرايو. پر حضرت ابراهيم عليہ السلام وانگر پنهنجن درن تي بيهي الله جي مخلوق جو انتظار نٽا ڪريو تہ ڪو مهمان ۽ مسافر اچي تہ ان کي پنهنجي رزق ۾ شريڪ ڪريون. اوهان پنهنجي اولاد جي اسماعيلي تربيت نٽا ڪريو جو اهو دعوت توحيد ۽ معرفت الاهي جي منصب ۾ اوهان جو اهڙو ساٿاري بڻجي جو، جيڪڏهن ڪنهن مرحلي تي اوهان کيس چئو تہ پٽ! تنهنجي قربانيءَ جو وقت اچي ويو آهي تہ هو هڪدم وراڻي تہ: بابا، تون ائين ئي ڪر! مان انهيءَ وات تي عمل لاءِ حاضر آهيان!

اي سنڌ جا دولتمندؤ!

هي بہ عجب جي ڳالهہ آهي جو اوهان پنهنجي ان عظيم پيغمبر، محسن انسانيت حضرت محمد ﷺ تي ڪلمو پڙهندي بہ سندس تعليم ۽ طريقي تي عمل ڪرڻ کان قاصر آهيو. پاڻ سڳورن ﷺ کي جيترو بہ حاصل ٿيو، الله جي راهہ ۾ خرچ ڪري ڇڏيو يا پنهنجي چوڌاري وياج ۽ ٻين مسئلن ۾ وڪوڙيل ماڻهن تي خرچ ڪيو. مسڪينن، مسافرن ۽ بيڪسن تي خرچ ڪيو. انسانن جي آزاديءَ ۽ سڌاري لاءِ ٿيندڙ ڪوشش تي خرچ ڪيو ۽ ايترو خرچ ڪيو جو پنهنجي گهر جي چلهہ بہ بہ ڏينهن ڪا نہ ٻرندي هئي ۽ ڪارڪون ڪائي گذارو ڪندا هئا. ايتريقدر جو شاديءَ کان پوءِ عرب جي امير ترين عورت بيبي خديجہ رضي الله عنها جي سڄي دولت بہ ساڳئي طريقي سان ساڳين ڪمن تي خرچ ٿي.

اوهان وٽ جيتري هوند آهي، انهيءَ جي اڌو اڌ حصي ۾ بہ جيڪڏهن عزيزن ۽ قوم کي ڀاڱي ڀائيوار سمجهو ۽ ان دولت کي قوم ۾ سجاڳيءَ جي دعوت ۽ تعليم تي خرچ ڪيو ۽ ماڻهن کي معاشي استحڪام جا بنياد فراهم ڪيو تہ جيڪر هِن قوم جي تقدير بدلجي پوي. اوهان وٽ ايتري هوند آهي جو اڌ تي ڪفايت ڪيو تہ اوهانجو جهان آباد رهندو، جڏهن تہ باقي اڌ مان جيڪو سنڌ جي پيڙهيل عوام جو مستقبل جڙندو ان جو ڪاٿو ئي نٿو ڪري سگهجي. سنڌ جو شاندار مستقبل اوهان جي ضرورت هجي نہ هجي پر اوهين پنهنجي اولاد کي ئي شاندار

آئيندو عطا ڪري ويو تہ اهو توهان جي لاءِ بيحد اطمينان آهي.

اطمينان بہ هڪ وڏو سرمايو آهي. انهيءَ مايا جو ڪوئہِ لطف وٺي ڏسي! جاپان جا ماڻهو پنهنجي آمدنيءَ کي لازمي طرح ورهائين ٿا جڙ هو عقيدي جي حد تائين اهو مڃين ٿا تہ" اسان جي ترقي اسان جي اطمينان جي ڪري آهي ۽ اسان جو اطمينان انسانن تي خرچ ڪرڻ جي ڪري آهي." اوهان پنهنجي شادين مُرادين، طهرن ۽ ٻين رسمن جي ادائيگيءَ ۾ وڏن ڪاڄن ۽ اجائي ڏيکاء کي ڇڏي رڳو اهي ڏوڪڙ ڌرتيءَ واسين جي اجتماعي ڀلي لاءِ خرچ ڪيو تہ هتي هر طرف تبديلي ۽ ترقيءَ جا سوين امڪان پيدا ٿي پون.

اوهان، سڄي سنڌ جا دينداردولتمند، پنهنجا ۽ پنهنجي عيال جا حج ۽ عمرا رڳو چار سال ڇڏي پنجين سال ڪرڻ جا روادار بڻجو تہ انهن چئن سالن جي حجن ۽ عمرن جي رقم مان سنڌ ۾ ڪيترين ئي يونيورسٽيون جوڙي سگهجن ٿيون ۽ ڪيترائي ڪارخانا کولي سگهجن ٿا. اوهان ميلاد، عزاداري ۽ ختمن خيراتن جي نالي تي ٿيندڙ ڪاڌي ۽ رسومات جي رقم پاسيري ڪري قومي فنڊ ۾ ڪٺي ڪريو تہ اوهان جي انهيءَ رقم مان هر سال سنڌ جي سوين هزارين بي گهر غريبن جا گهرڙا اڏجي سگهجن ٿا. اوهان پنهنجي روزاني زندگيءَ جي مهماندارين ۽ تڪلفات ۾ مناسب ڪفايت شعاري ڪريو تہ انهن رقمن مان هر سال سنڌ جي هزارين يتيم ۽ گهرجائو نياڻين جا ڏاج جڙي سگهن ٿا.

سنڌ جا دنيادارؤ!

اوهان جي غفلتن جي نتيجي ۾ هتان جي ماڻهن بيحد پوڙيو آهي. غريبن ۽ حال هيڻن ماڻهن کي تہ پنهنجي گذر سفر ئي نهوڙي رکيو آهي. اهي هن ڌرتيءَ جي مالڪي ۽ وسيلن بچائڻ جي ڪهڙي فڪرمندي ڪن؟ اوهان وٽ وسيلا هئا، هوند هئي. واسطا هئا. فرصت هئي ۽ ٿيندڙ ڦرلٽ جي ڄاڻ هئي. اوهان ڌرتيءَ جاون جي هيڏن وسيلن کي بچائڻ لاءِ ڪهڙو بند ٻڌو، ڪهڙي واويلا ڪئي، ڪهڙي پيشرفت ڪئي ۽ ڪيترو خرچ ڪيو!؟ اوهان حيثيت وارا هيؤ. پڙهي پار پيؤ. آفيسريون ۽ مرتبا حاصل ڪيو . اختيارن جا صاحب ٿيؤ! اوهان جي اکين اڳيان ڌرتيءَ جي حقن ۽ وسيلن جي ڦرلٽ ۽ ڦِينگ ٿيندي رهي پر اوهان پنهنجي حيثيتن ۽ اسٽيٽس کي بچائيندا رهيؤ. مرتبن ۽ پئسن جي نشي جي غنودگي، بي حسي ۽ لاتعلقيءَ ۾ مبتلا رهيؤ. جيم خانن ۽ ڪلبن جا پيٽوڙي ميمبر ٿيؤ. اوهان لکين سنڌين کي روزگار جي ڳولا ۾ مدد ڏيڻ لاءِ ڪراچي ۽ حيدرآباد ۾ هڪ ريسورس سينٽر بہ نہ جوڙي سگهيؤ. انهن شهرن ۾ نووارد بيروزگارن جي لاءِ هڪڙي پنجن ڪمرن جي هاسٽل بہ جوڙي نہ سگهيؤ. سڄي زندگي اوهان جو مقصد رهيو:

اوهان جڏهن رٽائر ڪيو ته پنهنجيون صلاحيتون قومي ادارن کي ارپڻ بجاءِ ساڳين آفيسن ۾ نوس نوس ڪندا رهيؤ ۽ جيستائين اها ڏپ توهان جي نڪ کي نٿي پهتي اوهان حيران ۽ پريشان پئي رهيؤ. رڳو بنگلن، گهرن جي سجاوٽن، موٽر گاڏين، دعوتن جي فڪر ۽ هر قسم جي نمائشن ۾ رڌل رهيؤ ليڪن ڪابه سماجي، تعليمي ۽ سڌارڪ مصروفيت ۽ سرگرمي، ڪوبه لکڻ ۽ پرچار جو ڪم پنهنجو وطيرو نه بڻائي سگهيؤ. اوهان کي پئسن ۽ مرتبن جي حاصلات جا ڪيترا موقعا مليا! اوهان نيڪن، تجارت ۽ سٽيپن پوسٽن تي ڪروڙين رپيا ڪمايا، پر پوئتي پنهنجي مسڪين پائرن، پاڙيجن ، سوٽن ماساتن ۽ ٻين عزيزن کي پنجاهه هزارن جو ڪانڱو به ڪونه ڪولي ڏنو. ڪا پنجن اٺن لکن رپين جي ڪاٽيج انڊسٽري نه هٽي ڏنو. جنهن سان پنجن اٺن نوجوانن جي روزگار جي مستقل بحال ڪاري ٿي وڃي ها. ڪو هڪڙو ٽيوشن سينٽر به نه کوليو جنهن مان نوجوان ڪا پروفيشنل مهارت حاصل ڪري روزگار سان لڳڻ جي اهل بڻجي سگهن ها.

اوهان جي سڄي دولت اوهان جي ذات جي چوڌاري ڦرندي رهي . اوهان کي جيڪا آخري پاڇي ٿي، اها به اوهان اولاد کي ولايت موڪلي انهن جي مستقبل سنوارڻ تي تيل ڪري ڇڏي يا وري فڪس ڊپازٽن ۾ رکي ڇڏي ته مهيني جو ساڳيو سٽيو خرچ اوهان جي اشرافيائي رتبي جو پورائو ڪندو اچي ۽ هاٽي رڳو ان ڳڻ ڳوت ۾ وقت ڪاٽي رهيا آهيو ته ڪڏهن ته موت اچي پنهنجو وارو وٺي!

موت ته اوهان جي خطرناڪ انجام جو پيڇو ڪري رهيو آهي. پر هيءَ جيڪا اوهان کي مهلت مليل آهي سا به رب جي رسڻ جو اهڃاڻ آهي، جو الله سائين قرآن ۾ چئي ڇڏيو آهي ته جيڪو اسان جي رضا کي ڇڏي دنيا جي حياتيءَ کي پنهنجو مقصود بڻائي وٺندو ته اسين اُن کي دنيا جي حياتيءَ ۾ گهيي ڇڏينداسون.

اوهان جي سرڪشي ۽ دنياپرستيءَ جي لونجهه اوهان کان مت کسي ڇڏي آهي. نتيجي ۾ اوهان کي اتان موٽڻ جي توفيق به نٿي ملي. اوهان انيڪ بيمارين جي ڏهڻ ۾ ڦاسو ٿا ته پئسي جي هوند اوهان کي فرعون بڻائي ٿي رکي. پوءِ اوهان لکين رپيا پنهنجي علاج تي خرچ ته ڪريو ٿا پر پنهنجي رنل رب کي پرچائڻ جا جتن نٿا ڪريو! اهو الله، جنهن غريبن کي ڪاڏونه ڪارائڻ ۽ انهن جي غربت نه مِٽائڻ جي ڪري اوهان جي مٿي تان پنهنجي رحمت جو هٿ هٽائي ڇڏيو آهي. اوهان پاڻ کي خدا جي خلق کان بي نياز ڪري ڇڏيو ته خدا پاڻ کي توهان کان بي نياز ڪري ڇڏيو. اوهان پانت پانت جي عذابن ۽ چٽين مان گذريؤ ته به توهان کي قدرت جي تنبيهه ۽ گرفت جو گمان نه گذريو ۽ اوهان شايد انهيءَ گمان ۾ رهيؤ ته جيڪڏهن قدرت جي تنبيهه ٽيٽي آهي ته اُها ائين ٿئي جو قدرت آسمان مان هٿ

ڪيڏي اوهان کي چنبو وهائي ڪيڏي! اوهان بہ اهائي ڳالھ ڪئي جيڪا سڀني نبين کي دعوت ڏيڻ وقت انڪار ڪندڙ مخاطب تي چوندا هئا تہ جيڪڏهن قدرت کي عذاب ڏيڻو آهي تہ اهو اڃا ڪُڙڪي ڇو نہ ٿو؟ پوءِ پيغمبر چوندا هئا تہ انتظار ڪيو ان عذاب جو. جيڪو اوهان جي مٿان جلدي ڪڙڪڻ وارو آهي.

اوهان جڏهن دنيا پرستي ۽ اسراف واري زندگيءَ جا سڀ مزا وٺي پوڙهپ ۾ پير پايو ٿا ۽ جڏهن اوهان جو ڪنو ڪيل مال اوهان جي هٿن مان ڪسڪي اوهان جي اولاد جي ور چڙهي وڃي ٿو تہ پوءِ توهان کي الله کي راضي رکڻ جا دورا پون ٿا. پوءِ اوهان هٿ ۾ تسبيحون کڻڻ شروع ڪيو ٿا. درودن جا ڪتاب ڇاپڻ شروع ڪيو ٿا ۽ مسجد ۾ رڪوعن ۽ سجدن جا سانباها ڪيو ٿا ليڪن جنهن ڳالھ جي ڪري الله اوهان تان پنهنجي رحمت جو هٿ هٽايو هو. اوهان هينئر بہ ان جي ازالي جي سوچ کان محروم رکيا ويو ٿا. افسوس اوهان جي حال تي. افسوس اوهان جي بيوسيءَ تي، افسوس اوهان جي محروميءَ تي!

اي سنڌ جا دولتمندؤ!

هيءُ مال جيڪو ممڪن آهي تہ اوهان کي حلال جي ذريعن سان مليو هجي. اهو بہ الله جي پاران اوهان وٽ نج امانت هئي. ان جي ذريعي اوهان جي آزمائش ٿيڻي هئي ۽ ان جي آڌار اوهان جا مرتبا بلند ٿيڻا هئا. قرآن مجيد ۾ صاف صاف ٻڌايو ويو هو تہ اوهان کي اولاد ۽ مال آزمائش ڪري ڏنو ويو آهي. اهو بہ ٻڌايو ويو هو تہ جيڪي ان آزمائش مان پار نہ پيا انهن کي سندن مال جو رسو ٿاهي ڳچيءَ ۾ وجهي جهنم جي باھ ڏانهن گهليندا سون. اهو بہ ٻڌايو ويو هو تہ دولتمندن جي جمع ڪيل سڪن کي جهنم جي باھ ۾ تپائي انهن سان ڪين ڏنڀ ڏيندا سون. اوهان جي پيغمبر، دنيا جي پلاري ۽ نهايت سچي انسان حضرت محمد ﷺ پڪ ڪرائي تہ مان معراج جي رات دولتمندن جا اهي تماشا اکين سان ڏسي آيو آهيان ... پر اسان نہ قرآن جي سچائيءَ تي اعتبار ڪيو ۽ نہ وري عظيم پيغمبر ﷺ جي شاهديءَ کي هينئين سان هنڊايو. قرآن هيءُ بہ ٻڌايو تہ الله تعاليٰ مومنن سان انهن جي مالن ۽ جانين جو سودو ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان جي بدلي ۾ ڪين جنت جون دائمي خوشحاليون عطا ڪندو... ليڪن اوهان، الله تعاليٰ طرفان قرآن مجيد ۾ بيان ڪيل انهن صاف ۽ چٽن حڪمن تي بہ ڪونہ ويچاريو. بلڪ اوهان جي حرص اوهان جي اکين تي پٽيون چاڙهي ڇڏيون. اوهان هڪ لک جي ذريعي ٻن لکن، هڪ ڪروڙ جي ذريعي ٻن ڪروڙن ۽ هڪ ملڪيت جي ذريعي ٻين ملڪيتن جي حرص گيريءَ ۾ گتل رهيؤ يا انهيءَ گمنڊ ۾ رهيؤ تہ هيءَ ڪمائي اسان جي قابليتن جو انتهائي ڪمال آهي.

اوهان سمجهو ٿا تہ جيڪو رزق ۽ مال عطا ٿيو اٿوَ اهو فقط اوهان جي

پنهنجي صلاحيتن جو ڪمال ۽ رات ڏينهن جي هڻ هٽان جو نتيجو آهي! اها اوهان جي سراسر ڀل آهي. انهيءَ ڪري جو اوهان جيڪا هڻ هٽان ڪئي آهي. انهيءَ جا پيداواري ذريعا الله تعاليٰ جا جوڙيل آهن. اوهان جيڪا زمين ۾ ڪاشتڪاري ڪرائي آهي، انهيءَ کي مليل پاڻي الله جو وسايل آهي: ءَاَنْتُمْ تَشْرَبُوْنَهَآ اَمْ نَحْنُ الشاربون ( پوکن کي اسان ٿا پاڻي رسايون يا اوهان ٿا رسايو؟) انهيءَ زمين ۾ سلن کي نسارڻ ۽ اپارڻ جي صلاحيت پيدا ڪرڻ واري ذات الله تعاليٰ جي آهي : ءَ انتم تزرعونها ام نحن الزارعون. ( پوک جي سلن کي اسان ٿا واڌ ويجهه ڏيون يا اوهان ٿا وڌايو؟)

هيءَ، اوهان جي ڪارخانن ۾ جيڪو ڪجهه جڙي رهيو آهي، انهيءَ جو خام مواد جوڙيندڙ الله تعاليٰ جي ذات آهي، جنهن ڌرتيءَ کي سچي انسانيت جو گڏيل ورثو بڻائي ان ۾ پنهنجون نعمتون پري رکيون ته جيئن سڀئي انسان ان جي فائدن مان بهره ورٿين.

هيءَ اوهان کي موقعو مليو آهي جو اوهان الله تعاليٰ جي ڌرتيءَ اندر موجود ڪيل پيداواري ذريعن تي ۽ ڌرتيءَ ڪان مٿي گردش ڪندڙ لهرن تي دسترس حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهيو پر ياد رکو! انهيءَ ڪاميابيءَ تي رسڻ لاءِ اوهان جا جسم ۽ دماغ خالق جا عطا ڪيل آهن. الله تعاليٰ اوهان کي تمام پيچيده انساني مشينريءَ وارو اهڙو جسم عطا ڪيو آهي، جيڪو معذوريءَ ڪان آجو هو ۽ ڪروڙين. چا اربين رپيا خرچ ڪري به اهڙو قيمتي جسم حاصل نه پئي ڪري سگهجي. ان جسم ۾ اوهان کي هڪ نرالو ۽ نفيس انساني دماغ مهيا ڪيو ويو، جنهن ۾ سوچڻ جون بي انتها صلاحيتون وديعت ڪري ڏنيون ويون ۽ پوءِ به چئو ٿا ته اهو سڀ ڪجهه اوهان جو پنهنجو ڪمال ۽ اوهان جي پنهنجي پيشه وراڻي مهارت جو ثمر آهي!

اوهان واري اها ساڳي ڳالهه ته قارون حضرت موسيٰ عليه السلام کي به چئي هئي ته جيڪي ڪجهه مونکي مال ۽ دولت حاصل ٿيو آهي اهو منهنجي قابليت ۽ پيشه وراڻي مهارت سان مليو آهي ... ته پوءِ قارون ۽ اوهان جي ذهنيت ۾ فرق ڪهڙو رهيو! قارون تي قرآن هميشه لاءِ ڦٽڪار ان ڪري ڪئي ته هو دولت ميڙيندو ويو ۽ الله جي نبي حضرت موسيٰ عليه السلام جي چوڻ باوجود الله جي مخلوق ۾ اها دولت تقسيم ڪرڻ جي. لاءِ تيار نه هو. اوهان، قرآن ۾ دولتمندن جي خدا سان "دولتاڻي بغاوت" جا احوال گڏريل قومن جا قصا ڪري ته پڙهو ٿا ليڪن دنيادارن جي ذهنيت تي ٿيل خدائي ڦٽڪارمان عبرت ۽ رهنمائي نٿا ؛ نتيجي ۾ اوهان دولت جي نشي ۾ ڌت آهيو ۽ پاڻ بدلائڻ جو فڪر ئي نٿا ڪريو.

ليڪن اي سنڌ جا دولتمندؤ!

جيستائين موت جو فرشتو توهان جي مٿان اچي نٿو بيهي. تيستائين توهان لاءِ خدائي راھہ تي واپسيءَ جا دروازا کليل آهن پر ياد رکو تہ جيئن اوهان جي عياشي ۽ لاابالي دولت جي ڍيرن مٿان ٿي آهي، تيئن توهان جي پنهنجي رب ڏانهن واپسي بہ انهن ڍيرن جي مٿان گذرڻ سان ڪارائتي آهي. واپسيءَ لاءِ رڳو تسبيحن ۽ رڪوعن سجدن جون اٽڪلون ڪونہ هلنديون.

اهو طئي آهي تہ اسان جي ماڻهن کي رياست جي پاسي کان پلايون ملٽيون ڪونهن جو صدين کان غلامي ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ اسان جي مٿان مسلط آهي. هينئر انهن ڏتڙيل ماڻهن سان اوهان پلايون نہ ڪندؤ تہ آخر ڪير ڪندو! انهن جي جهالتن ۽ بي علميءَ جي خاتمي لاءِ ٻيو ڪير ڳڻ ڳوت ڪندو! سندن غربت ختم ڪرڻ جا جتن ڪير ڪندو! انهن جي تعليم، شعور ۽ سماجي ترقيءَ جا منصوبا ڪير جوڙي عمل ۾ آڻيندو؟ انگريزن جي ڏيڍ سؤ سالہ غلاميءَ کان وٺي هاڻوڪي سٺ سالہ غلاميءَ تائين اسان جي ماڻهن چا چا نہ ڀوڳيو آهي! اسان جون عورتون ڪهڙين پيڙائن مان گذريون آهن. اسان جون نياڻيون ۽ ٻار ڪهڙي ڪرب مان گذريا آهن، ان جا تفصيل اسان کان ڳجها ڪونهن. هن ترقي يافتہ دور ۾ دنيا جي گولي تي هڪ طرف اهڙا سماج اڏيل آهن جتي فلاحي معاشرن ۾ انسانن جي سيني بنيادي ضرورتن جو پورائو ٿئي ٿو ۽ ٻئي طرف اسان وٽ ڪيترائي اهڙا ماڻهو آهن جيڪي بک بدحالي، فقر فاقي ۽ وياجن ۾ پيڙجي هڪ زندهہ لاش واري زندگي گذارين ٿا. ڪيتريون ئي عورتون آهن جيڪي روزانو جهالتن ۽ فرسوده رسمن رواجن جي صليب تي لٽڪائي عذاب ۾ مبتلا ڪيون وڃن ٿيون ۽ ڪين گارين، مار موچڙي ۽ سخت گهرو بدحاليءَ مان گذاريو وڃي ٿو. ڪيترائي ٻار آهن جيڪي سماجي درندگين جي ور چڙهي ضربيل روحن سان وڏي ٽيڻ جي بي روح عمل مان گذرن پيا! هن سماجي ابتريءَ جي خاتمي لاءِ جنهن وڏي تحريڪي تبديليءَ جي ضرورت آهي، ان جي ڳڻ ڳوت آخر ڪير ڪندو؟ دنيا جي سماجي تبديلين ۾ اتي هوند وارن جو ڪردار ڏسو ۽ هتي پنهنجي ڪردار تي نظر وجهي محاسبو ڪريو. پوءِ پاڻ بدلائڻ جون اربڻ ذريعي آغاز ڪريو. پڪ ڄاڻو تہ اوهان جي مالي سهڪار ذريعي سماج جو سڌارڪ ڪردار هن معاشري جو رنگ بدلائي ڇڏيندو. اوهان جڏهن محسن ۽ مهربان جي روپ ۾ ماڻهن وٽ ويندؤ تہ اهي پاڻ کي اوهان جي حوالي ڪري ڇڏيندا. ماڻهن جي بک بدحالي انهن کي خدا کان ويڳاڻو بڻائي رهي آهي. هو اڳ ۾ ئي جهالتن ۽ فرسوده رسمن جي شرڪ ۽ غلاميءَ جي ڪوڙڪين ۾ ڦاٿل آهن. ويتر "بک بڇڙو ٽول" سندن روح کي رهڙي بدحال ڪري رهيو آهي. اوهان جون ساڻن مهربانيون ۽ پلايون کين بک ۽ بدحاليءَ سان گڏ جهالت ۽ شرڪ مان بہ ڪڍي اينديون. ماڻهن جي ذهني آسودگي ۽ سڌارڪ

ڏارا ۾ اچڻ ڪري انهن جون عورتون جهالت ۽ مردود روايتن جي صليب تي لٽڪڻ ڪان بچي وينديون. انهن جا ٻار سماجي درندگين کان بچي پوندا ۽ روح جي آسودگيءَ جي ڪري اڳتي هلي هن قوم جا ڪارآمد فرد ثابت ٿيندا.

اي دولتمندؤ !

اوهان جيڪڏهن سنڌ جي خمير جي پيداوار آهيو تہ پوءِ هن ڌرتيءَ جي هر ماڻهوءَ کي پنهنجو ڀاءُ بنائڻ، هر عورت کي پنهنجي نياڻي بنائڻ ۽ هر ٻار کي پنهنجي ٻچي بنائڻ جو درد، فڪر ۽ عمل ڪٺي جيئو. انهيءَ سان اوهان کي نہ رڳو اطمينان جي زندگي نصيب ٿيندي بلڪ اڳئين جهان ڏانهن بہ اطمينان سان اُسهندؤ ۽ اوهان الله جي حضور ۾ بہ سرخروئي سان پيش ٿيندؤ. اڳ ۾ جيئن اوهان اڪيون ڀوتي دولت کي پنهنجي گهر جي پونجي بڻائي رکيو هو. هينئر اڪيون ڪولي وڏي فراخيءَ سان پنهنجي چوڌاري ماڻهن جي بحال ڪاريءَ تي خرچ ڪيو. سندن تعليم ۽ تربيت تي خرچ ڪريو ۽ سندن اهنجن ۽ دردن هٽائڻ تي خرچ ڪيو.

اوهان پنهنجي ماليت مان چاليهون حصو خرچ ڪرڻ تي اڪتفا نہ ڪيو پر ان کان اڳتي وڌو چوتہ مال مان پنهنجي بنيادي ضرورتن کان جيڪو بہ وڌيڪ آهي سو سمورو خرچ ڪرڻ جو قرآني حڪم آهي. ان الاهي حڪم جي پابندي ڪريو. جيترين پنهنجون بنيادي ضرورتون محدود ڪندؤ اوترو وڌيڪ خرچ ڪري سگهندؤ. ان سان اوهان اوترو وڌيڪ سک ماڻيندؤ. اوهان جا مرتبا اوترا وڌيڪ بلند ٿيندا ۽ اوتري وڌيڪ الله جي قربت نصيب ٿيندي. ان سان ئي اوهان جي ايمان جي تڪميل ٿيندي، جو ايمان جي لاءِ غيب واري کي مڃڻ، فرمانبرداري ۽ خرچ ڪرڻ بنيادي لوازمات آهن. ان سان اوهان جو ايمان مڪمل ٿيندو ۽ ان سان ئي اوهان جي نجات آهي.

# اي سنڌ جا استادؤ !

اوهان پنهنجي سيڪارڻ واري پيغمبري پيشي جي نفي ڪندي سنڌ ۾ تعليم ۽ تدريس جي سرشتي جا جيڪي بخيا اڌيڙيا آهن. انهيءَ جي سنگينيءَ تي سڄي سنڌ ته ماتم ڪندي رهي آهي، پر زمين ۽ آسمان ٻه هنجون هاريندا هوندا! ماءُ پيءُ ٻارڪي عرش تان ڪڍي ڌرتيءَ تي آندو ليڪن اوهان سنڌ جي ٻارن کي ڌرتيءَ تان ڪڍي اونهين کاهين ۾ ڪيرائڻ جو ماحول جوڙيو. اوهان منجهن نه علمن ۾ پڙ ڻيڻ جي ديوانگي پيدا ڪئي، نه انهن کي تربيت جي ذريعي مثالي شاگرد بڻائڻ جا جتن ڪيا. اوهان هي لفظ ته ٻڌا هئا ته "استاد ٻارڪي فرش تان ڪڍي عرش تي پهچائيندو آهي" ليڪن انهن لفظن جي حرمت جو اوهان ۾ ڪڏهن به ڪمڪاءُ پيدا نه ٿيو.

انسانن جي اندر هڪ روح هوندو آهي جيڪو بيتاب هوندو آهي ته مان سليم فطرت تي هجان ۽ انسانيت جي تڪميل ڪريان پر اوهان روح جي اهڙي بيتابيءَ کي به ڪونه ليکيو. اوهان پنهنجي ذهن ۽ ضمير جي مٿان به غلاف ويڙهي ڇڏيا، ان ڪري انهن جي جهنجهوڙڪان به غافل رهيا. پڪ سان اوهان کي پنهنجي هن منصب جو ادراڪ هو ته اوهان تعليم جو شعبو اختيار ڪري آئيندي جي اڏاوت جي ذميدارنئين نسل کي پڙهائڻ ۽ سيڪارڻ جي ڳري ذميداري پنهنجي مٿان کنئي آهي. اهڙي ذميواري جيڪا قومن جي تعمير ۽ تخريب سان تعلق رکي ٿي پر اوهان قومن جي تقدير سان کيڏڻ واري شعوري ۽ لاشعوري وهڪري ۾ وهي ويا. جيڪڏهن اوهان ان ذميداريءَ جي ادائيگي پوري ايمانداري، صلاحيت، مهارت ۽ محنت سان ڪريو ها ته قوم جي تعمير لاءِ اوهانجي ڪردار ۽ ڪوشش کي قدر جي نظر سان ڏٺو وڃي ها، اوهين مسيحا ليکيا وڃو ها، ليڪن هتي ان جي ابتڙ ٿيو. اوهان طرفان ان ذميداريءَ جي ادائيگي پوري ايمانداري، مهارت ۽ محنت سان نه ٿيڻ ڪري قوم جي تخريب ٿيندي رهي ۽ اوهان جي ڪردارڪي ان تباهي جو مُک ذميدار ڄاتو ويو.

عوام پنهنجا ٻچا گهرن مان ڪڍي اوهان جي حوالي ڪيا ته اوهان انهن کي سڌاري پڙ ڪري ڏيندؤ ليڪن اوهان ته پنهنجي سڌريل ۽ پڙهئڻ جي اعزاز بابت فڪرمندي به ڪانه ڪئي. اوهان سفارش، رشوت ۽ ڪوٽا تي پرتي ته ٿي آيؤ پر

ڪو وقت گذرڻ کان پوءِ بہ ٻارڻ ۾ پڙهائڻ جي اهليت پيدا ڪونہ ڪيو. اوهان ڪي غلاف ۾ ويڙهيل ضمير ڪڏهن بيدار ڪيو تہ ٻيلي اوهان جي ان روش سان ٻارن جو نقصان ٿيندو! اوهان ان وقت بہ دوکي جو شڪار ٿي ويؤ ۽ اهو سوچي بي ڪٿڪا رهيؤ تہ اهو نقصان بهرحال اوهانجي ٻارن جو تہ ڪو نہ پيو ٿئي! اوهان اسڪولن کي ڪچهري گاهہ ۽ ڳالهائيندڙ ساهوارن جو بتيلو بڻائي ڇڏيو. اوهان جي مرضيءَ تي منحصر رهيو تہ اوهان پنهنجي تعلقات جي بنا تي سال ۾ ڪجهہ ڏينهن اسڪول اٽينڊ ڪيو يا ڪجهہ مهينا. اهو بہ اوهان جي صوابديد تي هو تہ اسڪول ۾ اچڻ کانپوءِ رجسٽر ۾ صحيح ڪري موٽي وڃو يا ڪجهہ دير ويهي گپ شپ ڪري هليا وڃو.

سنڌ جي غريب عوام بکون ڪاٽي پنهنجن ٻچن کي ڪتابڙا، ڊريسون ۽ ٽيلسا هٿن ۾ ڏئي اوهان جي حوالي ڪيو تہ اوهان ڪين ٻاڙهي سنواري انهن جي غربت لاهڻ جو سهارو بڻائي ڏيندؤ. هنن پنهنجي سخت غربت جي حالت ۾ اها بہ قرباني ڏني تہ پنهنجن ٻارن کان چائلڊ ليبر ڪرائڻ بجاءِ اسڪول ۾ اوهان جي حوالي ڪيو، ليڪن اوهان پنهنجي نااهليءَ سبب انهن معصوم ٻارن کي بليڪ بورڊ تان ڪجهہ اتارا سيڪاريا ۽ تربيت ۾ ٽڪ چنبي، گار ۽ موچڙي جون ٻريون ٻڌي حوالي ڪيون!

اوهان ڪي، ٻارن جي معصوم شخصيت کي سمجهڻ جو لاچارئي ڪونہ هو ۽ نہ ڪي سندن شخصيت کي ڏاڪي بہ ڏاڪي بشر مان انسان بنائڻ جو شعور حاصل هو. اوهان کي تہ بس ماهوار پگهار جو غرض هو ۽ سمورو وقت هر ايندڙ پهرين تاريخ جي ڏينهن ڳڻڻ ۾ گذرندو رهيو.

اوهان جون اهي ٺهيل ٺڪيل پگهارون، اوهان جي وڏن جي جوڙيل ڪنهن جاگير جي پيداوار مان ڪونہ ايندڻيون آهن پر اهي پگهارون اوهان وٽ پڙهڻ لاءِ ايندڙ ٻارن جي انهن غريب پيءُ ماءُ جي ادا ڪيل ان محصول ۽ قيمتي قومي وسيلن مان ايندڻيون آهن جيڪي اهي اٽي لٽي جي خريداريءَ تي بہ 15 سيڪڙو سيلز ٽئڪس جي صورت ۾ حڪومت کي ادا ڪندا آهن. ليڪن اوهان انهن پگهارن جي ڪيتري حق حلالي ڪريو ٿا، تنهن لاءِ اوهان جي سٽل ضمير کي، سوچڻ جو هوش ڪٿي آهي!

سرون ڊوئيندڙ هڪ غريب مزدور پنهنجي ٽي هزار جي ماهانہ مزدوريءَ سان چار ڇهہ ٻچا پالي ٻارڻ بصرن ۽ لسيءَ سان ماني کائي ڪجهہ رقم پاڇي ڪري ٻار اسڪول موڪليا تہ پڙهي ڪاميابيون ماڻي سندس پوڙهپ جو سهارو بڻبا پر اوهان جي "ڊيوٽي چور طبيعت" ۽ ٻار سان چنبڙيل نااهلين غريب جي انهن ٻارن کي نہ مهارت ڏني، نہ حوصلو بخشيو. حقارت ۽ محروميءَ جي دڙڪن داٻن انهن

جي تعليمي اوسر ۾ شخصي ايارڪي جوان ٿيڻ ئي نہ ڏنو! ايئن ڪيترن ئي غريبن جي خوابن جا محل اوهان اجاڙي ڇڏيا. ڪيترن ئي پوڙهن والدين جا سهارا يا تہ ڪورا جا ڪورا انهن جي متي ۾ هنيو يا رلائي ۾ بگاڙي زنده لاش بڻائي مسڪين والدين جو مقدر بنائي ڇڏيو!

اوهان ڪي جيڪي بار سڏاري سنواري فرش تان عرش تي رسائڻ جي لاءِ حوالي ڪيا ويا هئا، انهن مان ڪيترائي. اوهانجي ڪوتاهين ۾ بي ڌياني سبب نشن جي ور چڙهي ويا. ڪي رولو صحبت جو شڪار بڻيا ۾ ڪي چيڙاڪ ۾ بگڙيل نفسياتي مريض ٿي پيءُ ماءُ جي ڳچيءَ ۾ هٿ وجهي انهن جي ذلتن جو ڪارڻ بڻيا.

حضرت محمد ڪريم ﷺ جي امت جا ٻار، جن کي پنهنجي رسول ﷺ جي چوڻ تي پنهنجي پيءُ ۾ ماءُ جي قدمن جي هيٺان جنت ڳولڻي هئي، اهي جهالتن جي لاشعور ۾ بگڙيل سماجي ڪروڌ جي ور چڙهي هڪ طرف پنهنجي پيءُ ماءُ جي لاءِ اذيتن جو ڪارڻ بڻيا تہ ٻئي طرف الاهياتي شعور کان ڪٽجي ويا ۾ اوهان کي انهيءَ جو احساس ئي نہ رهيو.

اوهان جيترا وڏا استاد بڻبا ويڙ اوترو وڌيون خودغرضيون اوهان کي وڪوڙينديون ويون. اوهان ڪاليجن ۾ يونيورسٽين جا استاد بنيؤ تہ اتان جي چڱين پگهارن اوهان کي معاشي فڪرات کان آجو ڪري ڇڏيو. هاڻي تہ اوهان کي وقت ئي وقت هو ۾ موقعا ۾ موقعا هئا تہ شاگردن جي تعليمي مهارتن ۾ تربيتي صلاحيتن کي اجاگر ڪريو. ان کان بہ وڌيڪ هي موقعا هئا تہ اوهان سماج جي اجتماعي بهتريءَ لاءِ بہ پنهنجي شعور کي عملي طرح حصيدار بڻايو. ليڪن اوهان جو ڪاليجن ۾ يونيورسٽين ۾ داخل ٿيڻ تہ" ڪل جا سم سم" جي ندا هئي. جتي اوهان وٽ، بدبودار اسٽيٽس جي حاصلات کان علاوه سماج کي ڪجھ ارپڻ جو ڪو ڪارڻ نہ هو. جيڪڏهن ڏوڪڙ ۾ اسٽيٽس جي حاصلات تي بس ڪيو ها تہ بہ خير هو پر اوهان پڙهيل ڪڙهيل جاهل طور اُتي جيڪي رنگ ڏيکاريا سي بہ خدا جي ڪتاب ۾ محفوظ آهن. مخلوط تعليمي ادارن ۾ ڪيترين نياڻين جو اوهان سان واسطو پئي پيو. توڻي جو اوهان مان عمرين ۾ ڪي انهن جي پائرن جيڏا تہ ڪي بابي جيڏا هوندا پر مارڪون انهن کي ٿي مليون جيڪي چوڪريون استادن جي آفيسن ۾ حاضري پري مسڪراهٽن جي ڪمپني ڏئي ٿي سگهيون. پر جن شاگرديائين اهڙي ڪمپني ڏيڻ کان پاڻ بچايو تن کي سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪرڻ کان وني فيل ڪرڻ تائين جي عذابن مان گذرڻو ٿي پيو.

اوهان جي پي ايچ ڊي ڊگرين تي يونيورسٽين پنجاھ کان سٺر لک تائين خرچ پئي ڪيو. اوهان کي لک لک جي پگهار سان پي ايچ ڊيءَ لاءِ ٻاهر پئي موڪليو

ويو. پي ايچ ڊي اوهان جي تحقيق لاءِ استعداد جو سرٽيفڪيٽ هو ۽ ان جي هوندي خاطريءَ سان چئي پيو سگهجي تہ اوهان پنهنجي شعبي ۾ شاگردن جي تعليمي ۽ عوام جي سماجياتي سمائتا ڪري سگهندؤ. ليڪن اوهان پي ايچ ڊي ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي پگهارن ۾ پنجن هزارن جي اضافي کان علاوہ سنڌي سماج کي ڪجھ بہ نہ ڏنو. لکين رپيا سنڌ جي عوام جي ٽيڪسن مان اوهان کي پئي مليا. ليڪن اوهان سنڌ جي ماڻهن کي سماجي سڌاري ۽ تعليمي بهتريءَ لاءِ هڪ سؤ صفحن جو ڪو معياري ڊاڪيومينٽ بہ نہ ڏئي سگهيا.
اي سنڌ جا استادؤ!

تعليم جو نظام تباھ آهي، انهيءَ تي ڪي بہ ٻہ رايا ڪونهن. انهيءَ نظام جي تباهيءَ ۾ استاد جو وڏو عمل دخل آهي، ان تي بہ ٻہ رايا ڪونهن. اهو بجا آهي تہ رياست اسان جي سڄڻ ڪانهي ۽ سنڌ اندر تعليم جي تباهي ان کي بہ گهربل آهي ليڪن رياست جي انهيءَ خواهش کي پايہ تڪميل تي پڄائڻ ۾ جيڪو اهم ذريعو بڻجي استعمال ٿي رهيا آهيو، اهي اوهان استاد آهيو. رياست سسٽم کي ٿائيت رکندي آهي سا برابر هتي نظام کي ڍلو رکي ٿي ليڪن اوهان جو ماڻهپو، اوهان جو معتبر ۽ پيغمبري پيشو، اوهان جي سنڌيت، اوهان جي ايمانداري ۽ مسلماني، رياست اوهان کان ڪسي بند ڪري ان تي قلف ڪونہ هٽي چڙيا آهن. آخر اهي حيثيتون ۽ رشتا اوهان کي پنهنجي ماڻهن جو سڄڻ ڇو نہ بڻائي سگهيا! انهيءَ ڪري تعليم جي تباهيءَ جي ذميداري ڦري گهري اوهان جي ڪاتي ۾ ٿي اچي ۽ اوهان هن قوم جي ٻچن جا مجرم ٿي ڪٽهڙي ۾ بيهو ٿا. ڌرتي دروهي بڻجي ڪٽهڙي ۾ بيهو ٿا ۽ انسانيت ۽ خدا جا مجرم ٿي ڪٽهڙي ۾ بيهو ٿا. ڪٽهڙي ۾ بيهڻ کان پوءِ اوهان وٽ عقل ۽ شرافت جي روشنيءَ ۾ پاڻ کي آجو ڪرڻ لاءِ ڪوبہ دليل ۽ جواب ڪونهي. انهيءَ ڪري عافيت صرف انهيءَ ۾ آهي تہ اوهين ڏوهي هئڻ جو اعتراف ڪريو ۽ پنهنجي ڪئي جو ازالو ڪرڻ لاءِ هڪ موقعو حاصل ڪري وٺو.

توهان سيکارڻ ۽ پڙهائڻ واري شعبي جي حوالي سان سماج ۾ عزت، ناموس ۽ احترام جو محور آهيو. سيکارڻ جو پيغمبري پيشو سامهون رکي علم دوست توڙي سڀاجها سنڌي اوهان کي استاد ۽ سائينءَ جو مان ڏين ٿا. پنهنجي اولاد جي محسن طور اوهان کي ابي امان جيتري عزت جو مستحق سمجهن ٿا. سماج کي سنوارينڌڙ جي طور تي توهان جو بزرگن جهڙو احترام ڪن ٿا. پر جڏهن اوهان پنهنجي بي عملي غيرذميداري ۽ نااهليءَ سان پاڻ کي ڏنو ڪريو ٿا تہ انهن جي اولاد لاءِ محسن جي ڪردار بجاءِ مستقبل تاريڪ ڪندڙ فنڪار جو روپ بڻجي وڃو ٿا ۽ سماج کي سنوارينڌڙ سڌارڪ بجاءِ نسلن جي خاتمي جي اڏوهي بڻجي

وجو ٿا تہ پوءِ عزت، ناموس ۽ احترام بجاءِ جيڪو مرتبو اوهان جي لاءِ جڙي بيهي ٿو ان جي شرمناڪيءَ کي بيان ڪرڻ بہ ڏکيو آهي.

اوهان استاد بنجڻ جو شرف پنهنجي لاءِ گهري ورتو آهي. اوهان کي گهر مان گهلي اها ذميداري ڪنهن زوريءَ ڪانہ ڏني هئي. اوهان ان ذميداريءَ جي پگهار بہ کڻو ٿا ۽ اها پگهار بہ ايتري ضرور مليو ٿي جو اوهان جون ڪاڏي پيتي وغيره جون، ڪڏهن دال مانيءَ واريون ۽ ڪڏهن مڇي مانيءَ واريون ضرورتون پوريون ٿي سگهن. پوءِ اوهان تي اهو خدا جو، سماج جو ۽ پنهنجي ضمير جو فرض آهي تہ اوهان ان پگهار جي حق حلالي ڪريو. جيڪڏهن اوهان ان پگهار مان مطمئن ناهيو تہ پوءِ اوهان ۾ ايتري ايمانداري ۽ ماڻهپو هئڻ گهرجي جو پنهنجي صلاحيتن ۽ اهليتن تي پروسو ڪري ماستري ڇڏي وڃي ۽ ٻيو ڪو وڌيڪ ڪمائيندڙ شعبو اختيار ڪيو. پر جيڪڏهن اوهان ائين نٿا ڪري سگهو تہ پوءِ ايمانداري، غيرت ۽ ماڻهپي جي تقاضا هيءَ آهي تہ هن شعبي ۾ ئي پنهنجون صلاحيتون وڌايو، پاڻ ۾ مستعدي ۽ همت پيدا ڪريو ۽ هڪ مقصد سان لاڳاپيل هجڻ جي ديوانگي پيدا ڪريو. اها ديوانگي آهي پنهنجي شاگردن کي تعليم ۽ تربيت ۾ پڙ ڪرڻ جي. ان لاءِ اوهان کي جتي پنهنجون تعليمي مهارتون سگهاريون ڪرڻيون آهن اتي پنهنجي تربيتي مهارتن کي سگهارو بنائڻ ڪانسواءِ بہ ڪو چارو ڪونهي. ڇو تہ صرف ڪريڪيولم جي ڪاغذ تي لکيل معلومات شاگردن جي شخصيت کي پڙنہ ٿي ڪري سگهي بلڪ انهن کي هڪ شفيق رهنما جي طور تي رهنمائي جي ضرورت آهي.

اوهان کي اها بہ خبر آهي تہ ماڻهن جو هڪ وڏو تعداد نفسياتي طور تي ٻارن جي تربيت جي ذميداري استادن جي مٿان يقين ڪري ويهي ٿو تہ اهي ئي اهو ڪم ڪري ڏيندا. انهيءَ ڪري گهر ۾ ماڻهو ٻارن کي ڪارائڻ پيئارڻ ۾ تہ ڪا ڪسر ڪونہ ٿا ڇڏين، پر سيکارڻ سنوارڻ جي سڄي ڪم جي توقع استاد ۾ رکن ٿا. اوهان کي اهو بہ معلوم آهي تہ شاگرد سکيا جو وڏو وقت استاد جي حوالي ڪري ان کي پنهنجو سڌارڪ ۽ مصلح تصور ڪري ٿو. انهيءَ ڪري استاد جي لاءِ رهنمائيءَ جا موقعا هميشه موجود رهن ٿا. شاگرد کي پنهنجي استاد ڪان اهڙي پيشہ وراڻي ۽ استاد واري رهنمائي هميشه گهربل هوندي آهي. جنهن سان ڪيس پنهنجي تعليمي صلاحيتن کي پختي ڪرڻ جا موقعا ملن ۽ ڪيس پنهنجي شخصيت جي نسرڻ جو ادراڪ حاصل ٿي سگهي.

اي سنڌ جا استادؤ !

ان وقت جڏهن رياست قومي ڪلچر جي واڌ ويجهہ جي هر ذميواريءَ ڪان آجي هجي ۽ ان وقت جڏهن ڪنهن قوم سان پنهنجي رياست جو رويو پنهنجائپ

وارو نہ هجي تہ اهڙي صورتحال ۾ اهو خال استاد پورو ڪندا آهن. اهي پنهنجن کي پنهنجائپ ارپيندا آهن ۽ اهي ئي قومي ڪلچر جي واڌ ويجهہ جي ذميداري نباهيندا آهن.

پنهنجي تباهي اوهان ڪان ڳجهي ڪانهي. شهر اسان جا رهيا ڪونهن. تجارت کان ڪوهين پري آهيون، ملازمتون بہ هٿن مان کسڪنديون پيون وڃن. سنڌ جا لکين نوجوان بي روزگاريءَ جي عذاب مان گذري رهيا آهن. عوام نسلي ۽ قبائلي جهيڙن، جهالتن ۽ فرسوده روايتن ۾ قاتل آهي. هر طرف پيچ ڏاهہ آهي. هينئر قومي تعمير ۽ بچاءَ لاءِ جڏهن بہ ويچار ڪجي ٿو تہ هڪ ئي صورت نظر اچي ٿي تہ تعليم کي سگهارو ڪجي تہ هيءَ قوم بچائي سگهجي ٿي.

ان تعليم جي بچائڻ ۾ صرف ۽ صرف استاد جو ڪردار ۽ سندس شعوري ڪوششون ئي هن قوم جو ٻيڙو تاري سگهن ٿيون. استاد لاءِ ماڻهن جوڙڻ جا گهڻي کان گهڻا موقعا ميسر هجن ٿا. انهيءَ ڪري هو بيدار ٿئي. روايتي اسٽيٽس ۽ ڪوڪلي معتبريءَ جي بدبودار گهٽين مان ڪڏهن پاڻ کي قومن جي اصل معمار واري منصب ۽ احترام واري درجي تي وٺي اچي. اهو هن دور جو گونجندڙ آواز آهي. ان آواز کي لبيڪ چوندڙن جي لاءِ ئي سماج ۾ احترام ۽ انهن جي لاءِ ئي اسٽيٽس آهي.

اي سنڌ جا استادؤ!

هڪ خدا کي مڃيندڙ جي حيثيت ۾ اها اوهان تي خدائي ذميداري بہ آهي تہ اوهان خدا جي خلق کي پنهنجي ذات جو شعور ڏيو. ٻارن تعليمي ۽ تربيتي ضرورتن ۽ شعوري سگهہ کي ايترو پختو ڪيو جو اهي اهو ڄاڻي وٺن تہ اهي ڪير آهن؟ ڇو پيدا ڪيا ويا آهن؟ ۽ انهن جي منزل ڇا آهي؟ جڏهن اهي پنهنجي باري ۾ ڄاڻي وٺندا تہ پوءِ کين پنهنجي خدا جو شعور بہ حاصل ٿي پوندو. اخلاقي تربيت جي ڪري انهن جي اندر جو انسان بيدار ٿي پوندو. اوهان انهن ۾ اهڙو اخلاقي ڪردار ۽ روحاني قدر بيدار ڪريو جو انهن جي آڏو خدا پرستي ۽ انسان دوستيءَ جو راز کلي پوي ۽ زندگيءَ جي ويڳاڻپ ۽ بي مقصديت، بد اخلاقيت ۽ ڇڙواڳي جو ڪوبہ سايو مٿن باقي نہ رهي.

موت هڪ حقيقت آهي ۽ مرڻ کانپوءِ الله تعاليٰ وٽ جوابدهي آهي. هر ماڻهوءَ کان ان جي شعبي ۽ ان سان لاڳاپيل ماڻهن جي جوابدهي بہ آهي. اوهان کان جيئن اوهان جي پنهنجي ٻچن جي پڇا ٿيندي. تيئن توهان جي تعليم ۽ تربيت ۾ آيل ٻچن جي پڇا بہ ٿيندي.

اوهان جڏهن سيکارڻ جي هيڏي وڏي پيغمبري منصب جو بار کڻي ورتو آهي تہ پوءِ الله تعاليٰ وٽ ان جي جوابدهي بہ اوتري سخت آهي. ان وٽ قيامت ۾

جيڪا پچا ٿيڻي آهي، اها هر شخص جي صلاحيتن، اهليتن، وسيلن ۽ حاصل ٿيل سهولتن ۽ موقعن جي لحاظ کان هوندي. جهڙيءَ طرح اميرن کان سندن مال ۽ وسيلن کي الله تعاليٰ جي رضا ۽ فرمانبرداريءَ ۾ خرچ ڪرڻ ۽ نہ ڪرڻ جي سلسلي ۾ جوابدهي ٿيندي، تيئن استادن يا سماج جي بين طبقن کان انهن جي صلاحيتن ۽ مليل موقعن ۽ مرتبن جي باري ۾ پڇيو ويندو.

اوهان استادن جي هڪ ذميوارانہ حيثيت، قافلي جي اڳواڻ ۽ ڌڻ جي ڌنار واري بہ آ بيهي ٿي ۽ هر ڌنار کان ان جي ڌڻ بابت ضرور پڇيو ويندو. انهيءَ ڪري اوهان مان هر استاد هي فيصلو ڪري تہ ڪيس جيڪو بہ سسٽم ۽ ماحول مليل آهي، ان ۾ هو پنهنجي شاگردن کي پنهنجي تعليمي قابليتن ۽ مهارتن ۾ پڙ ڪندو. ناسازگار ماحول ۽ ناسازگار معاشرتي حالتن جي باوجود رڳو پنهنجي انساني فرض ۽ ايماني جذبي، حڪمت عملي ۽ حوصلي سان پنهنجي شاگردن کي هڪ ڪامياب، باشعور، انسان دوست ۽ خدا پرست نسل جي طورتي معاشري جي حوالي ڪندو.

جيڪڏهن اوهان استاد پنهنجي ذاتي ڪوشش، عزم ۽ حوصلي کان ڪم وٺي جاکوڙڻ شروع ڪيو تہ ماحول ۽ روايتي رجحان اوهان جو رستو روڪي نٿا سگهن.

(1) شاگردن جي تعليمي مهارتن کي سگهارو ڪيو ۽ منجهن دنيا جي تعليمي مقابلي ۾ اچڻ جي قابليت پيدا ڪريو.

(2) پاڻ کي تدريسي ۽ تربيتي ميدان ۾ ايترو ۽ اهڙو پڙ ڪيو جو اوهان جي شاگردن سان گڏ اوهان جي صلاحيتن جو فائدو سڄي سماج کي حاصل ٿئي.

(3) شاگردن لاءِ سندن شخصيت جي تعمير ۾ انهن جا رهنما بڻجو. اهي بشر ڪري پيدا ڪيا ويا آهن، اوهان انهن کي انسان بنجڻ جي شعور سان سرشار ڪيو.

(4) انهن کي هن ڌرتي ۽ ڌرتيءَ ڄاون سان محبت جو شعور بخشيو.

(5) اوهان کي الله تعاليٰ هيءَ موقعو نصيب ڪيو آهي تہ اوهان ان جي ٻانهن کي الله تعاليٰ جي معرفت جو ڏس ڏيو.

ليڪن هيءَ سڀ ڪم تڏهن ڪري سگهندؤ، جڏهن اوهان ۾ پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ اعليٰ مقصد سان وابستہ هئڻ جو شعور ۽ ديوانگي پيدا ٿيندي. قدرت جو هيءَ اصول آهي تہ خير جي ڪم ۾ اوهان جيتري اڳيرائي ڪندا اوترو صلو وصول ٿيندو. اوهان چڱائيءَ جي رستي تي هلي تہ ڏسو، پوءِ اوهان جون پنهنجون قابليتون بہ اوهان کي موثر ۽ سگهاريون بنائڻ مسئلو نہ رهنديون ۽ اوهان جي شاگردن جي تعليم ۽ تربيت جا بهتر نتيجا پڻ سامهون اچڻ شروع ٿي ويندا.

# اي سنڌ جا عالمو!

اوهان سنڌ ۾ ابراهيمي دين جي پنج هزار ساله اسلامي اصولن ۽ ضابطن کي عوام جي ذهنن ۽ قلبن تائين رسائي هتي ماڻهپي، امن ۽ سک جو ماندار مچائي ورتو هو. اوهين صدين کان انهن ديني روايتن جو تسلسل آهيو ۽ جڏهن حضرت محمد ﷺ دين اسلام سان انسانيت کي فلاح ۽ آجپي جو عالمگير پروگرام ڏنو ته اوهان ان وقت به انهيءَ پيغام کي اکين تي رکيو. اوهان ان عالمگير پيغامِ هدايت جون هتي علمي روايتون قائم رکيون ۽ هتان جي ماڻهن کي ايمان، دعوت ۽ جهاد جي لڙيءَ ۾ پوئي رکيو. اوهان جي علم ۽ عمل سان لڳاءَ ۽ جذبي سبب پيغمبر اسلام به چئي ڇڏيو هو ته ”مون کي هند ۽ سنڌ کان سڳنڌ هيرا چي ٿي.“

اوهان منصوري کان وٺي مهر ڳڙهه تائين ۽ ٺٽي کان وٺي ڳڙهي ياسين تائين سنڌ ۾ علم ۽ فضل جا مرڪز، مڪتب ۽ مدرسا ڦهلائي ڇڏيا ۽ هر طرف علم ۽ فڪر جي جهونگار ٻڌڻ ۾ پئي آئي. سنڌ تي جڏهن به غنيمن حملو ڪيو ته اوهان ڌرتيءَ جي فرزندگيءَ جو حق نباهيو. اوهان گهاٽي ۾ پيڙهجڻ منظور ڪيو پر ڌارئي اقتدار جي قبضي کي تسليم نه ڪيو. اوهان ويڙهه جي ميدانن ۾ شهادت جي رتبن کي سيني سان لڳايو پر ڌارئي اقتدار جي سرپرستيءَ ۾ ديش دروهين جي پاران سنڌ جي عوام کي زمين جي مالڪيءَ جي حق کان دستبرداريءَ جي ڪوشش کي ناڪام بڻايو. حر تحريڪ جهڙي دنيا جي نرالي گوريلا ويڙهه کي جنم ڏئي اڌ دنيا تي اقتدار جو تسلط رکندڙ گوري انگريز جون وايون بتال ڪري ڇڏيون. ريشمي رومال تحريڪ ۾ انگريزن جي عالمي اقتدار لاءِ سخت مشڪلاتون پيدا ڪرڻ ۾ اوهان جي جدوجهد ڪنهن کان ڳجهي ڪونهي.

اوهان انسانن کي اڪيلي الله تعاليٰ جي معرفت ۽ وحدانيت جون سُرڪيون پياريون. انسانن جي اخلاقي ۽ معاشرتي ۽ دنياوي زندگيءَ جي پلاين سان گڏ انهن کي آخرت جو اهڙو شعور پئي عطا ڪيو، جنهن سان هر انسان پنهنجي عمل ۽ ڪردار جي بنياد تي پاڻ کي سرخرو ڪري پنهنجي رب جي حضور ۾ پنهنجيون ڪامرانيون تلاش ڪري. اوهان پاڻ ظلم ۽ ڏاڍ جي خلاف مزاحمت جو مجسمو بڻجي خدا جي خلق ۾ ظلم ۽ ڏاڍ جي خلاف مزاحمت جو روح پئي ڦوڪيو. ماڻهن کي انسان، ڌرتي ۽ الله سان محبت جو شعور پئي ڏنو ۽ ان شعور

سان انسان کي آخرت جي ڪامرانين جي تياري پئي ڪرائي.

هيءُ اوهان مان چونڊ حق جي عالمن جو شاندار ماضي آهي ليڪن اوهان مان اڪثريت جو جيڪو هاڻوڪو حال آهي سو بيحد افسوسناڪ ۽ ڏکائيندڙ آهي. موجوده سنڌ جو شرڪ، جهالت ۽ انتشار ۾ بري طرح ڦاٿل هئڻ ۽ هتان جي اخلاقي ۽ معاشرتي نظام جي ابتري اوهان جي غير فعال ۽ غنودگيءَ ۾ ورتل ڪردارتي وڏا شاهد بڻيل آهن.

اي سنڌ جا عالمو!

سنڌ جا ماڻهو پنهنجي سماجي فطرت پٽاندڙ هميشه دين اسلام جي خدا پرست انسان دوست اوريجنل تعليمات جا پيروڪار رهندا آيا ليڪن هن ڌرتيءَ جا غاصب، ڦورو ۽ استحصالي طبقا هنن کي فرقيوارانہ رويي ۽ مسخ ٿيل مذهبيت ۾ ڦاسائڻ جون ڪوڙڪيون اڏي کين تباهي جي ڪناري ڏانهن گهليندا ويا ۽ اوهان کي هوش ئي نہ رهيو تہ انهن ڪوڙڪين جي ڏور اوهان جي هٿن ۾ ڏني وئي آهي.

اوهان کي، نبين جي سلسلي بند ٿيڻ کانپوءِ قرآن جي ڪامل هدايت تي انسانن جي تعليمي رهبري جي ذميداري سونپي وئي ليڪن اوهان پنهنجي ذات کي هدايت ۽ رهنمائيءَ جو سرچشمو بنائي انسانن جي تقليدي رهبري ڪئي. قرآن، يهودين جي عالمن ۽ مشائخن مٿان ڦٽڪار ڪئي تہ انهن پاڻ کي احبار ۽ رهبان بڻائي يهودين کي پنهنجي پنيان هلائڻ شروع ڪيو! ليڪن هينئر اوهان مان اڪثريت ساڳيو ئي طريقو اختيار ڪري ورتو آهي. نتيجي ۾ عوام ذهني طور تي اوهان جو غلام آهي ۽ ملتِ واحده جي بجاءِ اوهان جي فرقيوارانہ طور طريقن تي اوهان جي خواهشن ۽ مرضيءَ جو غلام آهي. عوام اوهان جي رحم و ڪرم تي آهي تہ اوهان ان کي هڪ خدا وحده لاشريڪ جي مالڪ، آقا ۽ ڪارساز مڃائڻ لاءِ ڪوششون ٿا ونو يا انهن کي پاڻ سميت پانت پانت جا هادي، مددگار، دستگير ۽ ڪارساز بڻائي ٿا ڏيو. هي بہ اوهان جي رحم ۽ ڪرم تي آهي تہ اوهان پنهنجي پوئلڳن کي فرقن ۽ ٽولن ۾ ورهائي کين هڪ ٻئي جي خلاف اڪسائي رتوڇاڻ ڪرايو ۽ ايئن هزارين ابهم ٻارڙن کي يتيم بنائڻ سان گڏ سوين عورتن کي بيوه ٿيڻ سان سرفراز ڪري ڇڏيو!

اي سنڌ جا عالمو!

اوهان کي ڌرتيءَ تي پنهنجي عملي ڪردار سان انسانن کي فلاحي معاشري جي اهڙين برڪتن کان بهره ور ڪرڻو هو جنهن سان هڪ طرف ماڻهن کي ذهني آسودگين سان سرشار ٿي ۽ فقر فاقي جي ڪٺنين کان آجو ٿي، پنهنجي پوري روح سان الله تعالىٰ سان پنهنجو تعلق، تعبد ۽ تخلق نباهڻ جا سوين موقعا ملي سگهن ۽ ٻئي طرف اهو جنت نظير معاشرو ڌرتيءَ تي دنيا جي ٻين انسانن جي لاءِ مثال

ٻڌجي خدا سان تعلق ڳنڍڻ لاءِ مقناطيس جو ڪم ڏئي سگهي. اوهان ڪي توحيد جي غلبي لاءِ سڀني انساني غلامين کي ”لااله“ جي ضرب سان تباهه ڪري رڳو ”الاالله“ جي حاڪميت قائم ڪرڻي هئي. پر بدقسمتيءَ سان اوهان جي مذهبي راهبانه طريقن جي ڪري انسانيت نه صرف غلاميءَ جي سوين شڪلين ۾ جڪڙيل رهي بلڪ اوهان مان ڪيترن مذهبي ٺيڪيدارن شعوري طرح انسانن کي غلامين ۾ جڪڙيندڙ طاقتور مستڪبرين (آمرن) ۽ مترفين (دولتمندن) غاصب طبقن جي آله ڪار وارو ڪردار ادا ڪيو.

اوهان کي توحيد جي هڪ عظيم نجات دهنده فڪر سان هڪ طرف انسانيت کي شرڪ، جهالت، بدعت، گمراهي، فرسوده ۽ مشرڪاڻن عقيدن مان نجات ڏيارڻي هئي ته ٻئي طرف توحيد جي ان عظيم فڪر سان ڌرتي تي انساني غلامي، تسلط ۽ غلبي جي سڀني طريقن کي نهوڙي ناس ڪري انساني آزادين کي ڪمال تي پهچائڻو هو. پر ان جي بجاءِ هڪ طرف اوهان مان ڪيترا پاڻ شرڪ، جهالت، گمراهي ۽ مشرڪاڻن عقيدن جا علمبردار ٻڌجي انسانيت کي پنهنجي ڪِهِ هلائڻ جا روادار بنجي ويا ۽ ٻئي طرف معمولي ۽ سٽين مفادن تي اميرن ڪبيرن جا ساٿاري ٻڌجي ويا. نتيجي ۾ هتان جي ماڻهن کي طرح طرح جون غلاميون پلئه پيون. ڪي مرشدن جي خواهشن ۽ غلاميءَ جي ڪڙين ۾ قيد ٿي ويا. ڪي سيدن جي پوتر عقيدتن جي سنگهرن ۾ سوگها ٿيا. ڪي مردن جي قبرن تي ارڏا ٿي پنهنجي دردن جي دوا طلبيندا رهيا. ڪي وڏيرن کي پنهنجو ڪارساز ۽ آڏا مڃي پنهنجي مفادن جي دفاع ۾ لڳي ويا. ڪي ولين کي دستگير ۽ داتا مڃي پنهنجي روحن کي رڃ پنيان رڙائيندا رهيا ۽ ڪي وري وقت جي حڪمرانن کان هر قيمت تي ۽ هر حال ۾ مراعات وٺڻ جي ڪِهِ ڊوڙندا رهيا!

اوهان مسخ ٿيل مذهبن جي گهڻن خدائن، گهڻن مددگارن ۽ گهڻن داتائن وارو عقيدو غيرمحسوس طريقي سان مسلمانن جي مٿي ۾ هٽي ڇڏيو. ڪن کي مددگار بنائي، ڪن کي وارث ٺهائي، ڪن کي دستگير ٺهائي، ڪن کي وسيلو ٺهائي. ڪن کي ڀهتل ٺهائي انهن جي مقبرن ۽ قبرن کي سجدي گاهه بنايو ويو. تان جو اوهان پنهنجي مسلڪ جي پوئواريءَ ۾ شرڪ ۽ ڪفر جا پڌرا منظر به قبول ڪندا رهيا. اوهان کي شرح صدر حاصل هو ۽ پنهنجي ليکي پڪ سان ڄاڻو پيا ته انهن خرافات جو قرآن جي تعليم ۽ حضرت محمد ﷺ جي سيرت سان ڪو واسطو ڪونهي ليڪن اوهان پنهنجي ضمير، ذهن ۽ عقل کي مسلڪن جي تنگنائيءَ ۾ تنگي ڇڏيو هو. هيئنر اوهان جو جيئڻ ۽ مرڻ رڳو انهن مسلڪن جي عزت ۽ ناموس لاءِ هو.

يهوديت جي اعليٰ ۽ اتم نسل واري ساڳي علت سيدن کي اعليٰ ۽ اتم هئڻ جي نسلي برتريءَ جي گهمنڊ ۾ وجهي، معاشري کي اڪيچار خرافات ۾ وجهندي

رهي ۽ اوهان جي لاءِ اها بچڙائي بہ ڪا اهميت رکندڙ ڪانہ هئي!
اوهان کي قرآن مجيد صاف صاف ٻڌائي ڇڏيو هو تہ "انسان لاءِ اهو ئي آهي جنهن لاءِ هن ڪوشش ڪئي ۽ جاکوڙيو" ۽ "انسان لاءِ اهو ئي آهي جيڪو هن پنهنجي عمل سان اڪتساب ڪيو." "جيڪو ذري برابر بہ نيڪي ڪندو تہ انهيءَ کي سندس نيڪيءَ جو اجر ملندو ۽ جيڪو ذري برابر بہ بدي ۽ مدائي ڪندو ان کي انهيءَ جي سزا پلئہ پوندي." انسانن کي پنهنجي عملي زندگي بنائڻ جا ڪيڏا نہ شاندار قرآني اصول چٽا ڪري ٻڌايا ويا هئا ليڪن قرآن جي هن تعليم کي مسخ ڪري، اوهان مان هڪڙن عيسائيت جو هي عقيدو مسلمانن جي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيو تہ جيئن حضرت عيسيٰ عليه السلام صليب تي چڙهي سيني عيسائين جي گناهن جو ڪفارو ڏئي ويو آهي، تيئن حضرت امام حسين رضہ بہ شهادت جو نذرانو ڏئي سڄي حسينيت کي نجات ۽ شفا جو پروانو ڏئي ويو. اوهان مان ٻين وري شفاعت جي مشرڪاڻن عقيدن کي مسلمانن ۾ فروغ ڏئي کين بي عمل بنائڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي. اهڙي طرح ٻڌمت واري رهبانيت اختيار ڪرڻ ۽ سماج کان ڪٽجي منهن مونن ۾ وجهي وردن وظيفن جي ذريعي الله کي ريجهائڻ جو ماحول جڙندو ويو ۽ انساني سماج بدلائڻ جا رجحان ماڻهن وٽ ڏنڌ لائبا ويا. اوهان انهن رجحانن کي بہ چئلينج ڪونہ ڪيو.
قرآن انسانن جي فلاح ۽ ترقيءَ ۾ رڪاوٽ بنجندڙ سرڪش حڪمرانن، ڦورو سرمائيدارن ۽ ڪمزور قومن کي غلام بڻائي استحصال ڪندڙ قومن ۽ طبقن کي "طاغوت" قرار ڏئي، حضرت موسيٰ عليہ السلام ۽ محمدي جماعت وانگر انهن سان مزاحمت جو حڪم ڪيو هو، ليڪن خدا ۽ بندي جي وچ ۾ اچي انهن جي رشتہ بندگيءَ کي ٽوڙي پنهنجو غلام ۽ ڳيجهو بنائيندڙ طاغوتي طاقتن سان مزاحمت جي بجاءِ اوهان صرف "شيطان" کي ئي طاغوت جو نالو ڏنو ۽ ايئن اوهان مسلمانن جا مزاحمتي ٽارگيٽ تبديل ڪري آمرن، سرمائيدارن، پيرن ۽ ڦورو طبقن جا ڳٽ انهن جي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيا.
اي سنڌ جا عالمو!
پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ هندستان ۽ ٻين صوبن مان آيل بدعتن ۽ مسلڪن جا مذهبي اڳواڻ هتان جي ڌرتي ۽ مال تي قابض ٿيڻ جي لاءِ مسخ ٿيل مذهبيت کي فروغ ڏئي پنهنجي مفادن جا جاوا ڪندا ويا ليڪن سنڌ جا عام مذهبي طبقا انهن جي چالبازين ۽ فنڪارين جو جيئن اکيون ٻوٽي شڪار ٿيا سو رڳو افسوسناڪ ناهي پر المناڪ بہ آهي. انهن نووارڌن جي هن ڌرتيءَ جي خمير سان ڪا نسبت ئي ڪانہ هئي، جنهن اثر ۾ هو هتان جي سماج کي سنواري رکڻ ۽ هتان جي ماڻهن جي دين ۽ دنيا کي بچائڻ جو فڪر دامنگير رکن. ان جي باوجود

اوهان مقامي عالمن انهن جي ڏرتيءَ گريز ۽ ڏرتيءَ دشمن عملن کي ڪڏهن بہ چئلينج نہ ڪيو. جمعراتي سيدن جا ڪٽڪ هتي اچي ڪڙڪيا جن هتان جي محبتي ماحول جو ناجائز فائدو وٺي ڪوڙن ڪليمن جي ذريعي نہ صرف جائيدادن ۽ زمينن تي تسلط قائم ڪري ورتو بلڪ بين سماجي رتبن ۽ لامحدود مراعات جامالڪ بڻبا ويا. هنن هتي بدعتون، شرڪ ۽ هندستاني خرافات سان اسان جي سماج کي لولو لنگڙو، ڳيجهو ۽ ويڳاڻو بڻائي ڇڏيو. سيدي استحقاق، آڱوٺن چمڻ جي مذهبيت ۽ پيداگير مرشديت سان ماڻهن جي عقل، سوچ ۽ صدين جي تهذيبي ۽ خداپرست انسان دوست روايتن تي غلاف وجهي ڇڏيا. اوهان کي انهن خدا پرست انسان دوست روايتن جي امين طور، قرآن مجيد جي اوريجنل هدايت جي مبلغ واري حيثيت سان هتان جي ماڻهن کي انهن فرسودگين کان بچائڻو هو. اوهان کي انهن حالتن تي پاڻ کي مضطرب ڪرڻو هو. دعوت ۽ سڌاري جي لاءِ تڙپ ۽ جستجو پيدا ڪرڻي هئي، بي چين ۽ بي خود بنجڻو هو. ايئن ئي جيئن پيغمبر اسلام ﷺ ان وقت جي حالتن تي پاڻ کي ايترو بي چين ڪري ڇڏيندا هئا جو الله جي ذات کي بہ ان بي چينيءَ تي ڪهڪاءُ اچي ويندو هو ۽ جبرئيل اچي پيغام ڏيندو هو تہ (اي پيغمبر) شايد انهيءَ فڪر ۾ پنهنجو پاڻ کي هلاڪ ڪري ڇڏيندين تہ هي ماڻهو ايمان واري واٽ نٿا وٺن. (الشعراء-3)

پيغمبر ڪريم ﷺ جي اطاعت ان جي سموري اسوه حسنه ۾ هئي. انسانن کي توحيد ۽ معرفت الاهي جو پيڪر بنائڻ کان وٺي انسانن کي فلاحي معاشرو قائم ڪري ڏيڻ تائين اسوه حسنه هئي ليڪن هتي اڪثر مذهبي طبقن وٽ اسوه حسنه جو تصور پاڻ ڪريمن ﷺ جي کائڻ پيئڻ، پوشاڪ ۽ پهرڻ تائين محدود رهيو. مڪي جي گهٽين ۽ گوشن ۾ راتان ڏينهن ڪري ماڻهن تائين رسڻ، عڪاظ جي ميلن جا گشت، طائف جي بازارين ۾ رت وهائڻ، بدر ۽ حنين جي معرڪن جون مشقتون... اهي سڀ ڳالهيون اوهان جي احساسِ عمل ۾ شامل ئي نہ هيون!

قرآن اوهان جي مٿان خيرامت جي طور تي انسانيت کي نيڪين جي طرف سڏڻ ۽ مداين کان روڪڻ واري منصب جي ادائيگيءَ لاءِ پاڻ کي ديوانو بنائي رکڻ جو ذمو رکيو هو ليڪن اوهان کي انهيءَ ذميواري نڀائڻ جو احساس، امنگ ۽ تڙپ ڪانہ هئي. ايستائين جو اوهان جا عزيز بہ ان پيغام رسانيءَ کان محروم رهيا! اوهان جي چوڌاري واقفڪارن جي دل تي توحيد واري معرفت خداونديءَ جي دستڪ ڪانہ آئي. اوهان جا پاڙيسري حق جو ساٿ ڏيڻ وارن جا ساٿاري نہ بڻجي سگهيا ۽ اوهان جي قوم جا ماڻهو پنهنجي خلقڻهار جي بڌايل زندگيءَ جي ضابطن کي اپنائڻ کان بيگانا رهجي ويا!

اي سنڌ جا عالمو!

انهيءَ بيگانگيءَ جي ڪري اسان جي قوم ڇا ڇا نہ ڀوڳيو آهي! قومي غلاميءَ جي سنگهرن ڪان وٺي شخصي ۽ قبيلائي غلاميءَ جي بدترين اذيتن سان هتان جي ماڻهن جو ڪيئن نہ واسطو پيو. اهي هن ڌرتيءَ تي بدترين غلاميءَ ۾ ڦاسايا ويا. هو نہ پنهنجي مرضيءَ جو حاڪم پنهنجي لا چونڊي پئي سگهيا. نہ پنهنجي وسيلن تي مالڪيءَ جو حق تسليم ڪرائي پئي سگهيا. نہ پنهنجي شهرن جي مالڪي ڪين حاصل هئي ۽ نہ صنعتن ۽ تجارت ۾ سندن موجودگي هئي. نہ ڪين روزگار جو تحفظ مليل هو، نہ امن امان جو ماحول مليل هو، نہ ڪين سول سوسائٽيءَ جي ڊولپمينٽ مليل هئي، نہ وٽن بنيادي سهولتن جي هوند هئي. نہ امن ۽ شرافت سان گذاري جو يقين هو ۽ نہ پنهنجن ٻچن جي عزتن جي تحفظ جي ضمانت مليل هئي. بدقسمتي وري اها تہ انهن سيني ڳالهين جي اڻ هوند جي باوجود هي انهيءَ احساس ڪان بہ عاري هئا تہ اهي ڪي غلاميءَ جي زندگي بسر ڪري رهيا آهن!

هڪ الله جي ٻانهپ ۽ آزاديءَ جي انهيءَ نعمت ڪي جيڪا خدا پنهنجي ٻندن جي لاءِ پنهنجي پيغمبرن جي ذريعي هر دور ۾ محفوظ پئي ڪرائي. ان جي حاصلات اوهان جي ايمان ۽ عمل جو حصو نہ هئي. اوهان وٽ انساني آزادين جي حاصلات بہ رڳو سيڪيولر ۽ لادين ماڻهن جي ڪرت قرار ڏني وئي هئي.

ان صورتحال جي ڪري اسان جي نوجوان ۽ پوڙهن ڪي، معصومن ۽ نياڻين ڪي، غريبن ۽ بيڪسن ڪي، ننڍين ۽ وڏن ڪي جنهن عذاب. ڪرب ۽ پيڙا مان گذرڻو پيو انهيءَ جي سنگيني هنيانءَ ڏاريندڙ آهي. هيئنر روزانو اخبارن جي ذريعي ماڻهن جي ذهن ۽ قلبن تي اهي واقعا وڄ ٻڄي ڪرن ٿا.

اي سنڌ جا عالمو!

هڪ طرف صورتحال جي ايڏي سنگيني ۽ ٻئي طرف هيڏي سماجي ابتريءَ ڪان لاتعلقي! حضرت محمد ﷺ جي وارثن ڪان ايئن ٿيڻ ممڪن ڪونہ هو! يا تہ اوهان اُن وارثيءَ جي عملي طرح پچر ڇڏي ڏني آهي يا سماج ۾ تبديلين جي وڏين سعادتن ڪان پاڻ کي محروم رکڻ جو پڪو پهہ ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن اوهان ٻنهي مان پنهنجي لاءِ ڪنهن بہ هڪ فيصلي جي چونڊ ڪري ورتي آهي تہ پوءِ اوهان جي حال تي افسوس آهي ۽ اوهانَ جي محرومي تي افسوس آهي! اوهان وٽ، قومن جي زوالجندڙ تقديرن کي سنواريندڙ ڪتاب موجود آهي. رڳو اوهان الله جي ان ڪتاب ۽ الله جي مخلوق جي وچ ۾ پاڻ کي مذهبي بت بنائڻ بجاءِ خود بہ قرآن جا طالب ٻڄي پئو. اوهان ماڻهن کي قرآن جي ويجهو اچڻ ڏيو تہ هو پاڻ کي قدرت جي ٿيل خطابن ڪان بهره ور ٿين. پاڻ کي قدرت جي مليل خوشخبرين جو لطف وٺن. پاڻ کي قدرت جي ڏنل ڏوراپن جو ادراڪ حاصل ڪن ۽ پاڻ کي ڪيل تنبيهن جي خشيت پنهنجي دلين ۾ موجزن ڪن.

اوهان کي هن سماج ۾ احترام وارو مرتبو بہ مليل آهي ۽ اوهان جي منصب جي نوعيت بہ اهڙي آهي. اوهان کي مدرسن ۽ مسجدن جي صورت ۾ لکين ادارا بہ آهن ۽ انهن جي چوڌاري ڪروڙين ماڻهن جي وابستگي بہ آهي. اوهان کي موقعا بہ

آهن ۽ اوهان لاءِ هر وقت ماحول بہ موجود آهي. پر بدقسمتي رڳي هي آهي تہ قرآن جهڙو عظيم سڌارڪ ڪتاب اوهان جي ذريعي قوم جي لاءِ شوڪارن ۽ ڦوڪارن ۾ استعمال ٿئي ٿو! اوهان قرآن جي ذريعي قوم کي غلامين مان نجات ماڻي آزاديءَ جي آسودگين جو شعور نٿا بخشيو.

قرآن جو مرڪز توحيد آهي. اوهان جيڪڏهن الله جي ربوبيت، حاڪميت ۽ معبوديت جو فڪر خلق تائين رسائي ورتو تہ انهن جي غلاميءَ جا زنجير ٽٽڻ لڳندا. اهي حضرت موسيٰ جي نقش قدم تي فرعونن ۽ آمرن جا مقابل بڻبا. اهي حضرت ابراهيم جي نقش قدم تي شرڪ ۽ جهالت جي آذري ادارن کي چئلينج ڪندا. اهي حضرت محمد ﷺ جي نقش قدم تي قيصر ۽ ڪسريٰ جي سرپرستين هيٺ پلجندڙ رئيسن ۽ سردارن جي نظام کي نهوڙي ڇڏيندا. قرآن انهن کي مالڪ حقيقي سان انسيت ۽ فدائيت سيکاريندو. قرآن انهن جي پاڻ سڃاڻڻ جو معلم بڻبو. قرآن انهن جي ستل صلاحيتن کي بيدار ڪندو ۽ قرآن انهن جي تزڪيي ۽ تربيت جو غير معمولي رهنما بڻبو.

اي سنڌ جا عالمو!

اوهان رڳو هيٺيان چند عمل اختيار ڪيو تہ هن قوم جي مسيحائيءَ جا رستا کلي پوندا:

1- فرقيواريت جا طريقا ڇڏي، پاڻ کي قرآن مجيد جي عالمگير هدايت ۽ قرآن واري سماجي شعور جي رهبريءَ هيٺ آڻيو.
2- انساني مرتبن جي بلندي ۽ انساني آزادين کي پائدار بنائڻ جي لاءِ حضرت محمد ڪريم ﷺ جي اتباع سنت ۾ پنهنجي اندر بيتابي ۽ تڙپ پيدا ڪيو.
3- توحيد جي ربوبيت، حاڪميت ۽ معبوديت واري فڪر سان ماڻهن جي سماجي، فڪري ۽ اخلاقي ڀلائيءَ جو شعور عام ڪيو.
4- ايمان، دعوت ۽ جهاد قرآن جي تعليم جو خلاصو آهن. ايمان سان الله تعاليٰ جي معرفت، دعوت سان ستل انساني صلاحيتن جي بيداري ۽ جهاد سان ڌرتي تي فلاحي معاشري جو مقصد حاصل ڪريو.
5- پنهنجي علمي ۽ شخصي غرور کي ڇڏي اجتماعي ڌارا ۾ شامل ٿي پاڻ ۾ سماج جي تبديليءَ جي ديوانگي پيدا ڪريو.
6- سنڌ جي عظيم علمي روايتن کي سلهاڙي پنهنجي محبت جو محور مظلوم عوام ۽ انهن جي خوشيءَ کي بڻايو.

اوهان جو مرتبو ۽ اوهان جي ذميدارانہ حيثيت هنن وڏن ڪمن سان آهي. اوهان پنهنجي لاءِ بلند فڪري، بلند حوصلگي ۽ بلند عمليت جو انتخاب ڪري پنهنجي ذميدارانہ منصب جي تڪميل ڪيو. جڏهن اوهان عظمتن جي هن واٽ جو انتخاب ڪندؤ تہ پوءِ پڪ سان اوهان ۾ واقعي ان حيثيت ۽ ذميداريءَ جو درياهہ موجزن ٿيندو جنهن جي قرآن مجيد شاهدي ڏني آهي تہ حق جي واٽ جا "عالم الله جي خشيت سان معمور هوندا آهن."

# اي سنڌ جا اديبو ۽ دانشورو!

ورهاڱي کانپوءِ سنڌ ۾ اوهان هڪ لک چوويهہ هزارکان وڌيڪ شاعرن ۽ ٻاهٺ هزارکان وڌيڪ ڪهاڻيڪارن ۽ ليکڪن جي صورت ۾ موجود رهيا آهيو ۽ سنڌ جي ماڻهن کي پنهنجي خيالن ۽ افڪارکان آگاهي ڏيندا پيا اچو. اوهان مشاعرن ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي آهي ۽ سُرهيون سانجهيون، شامون توڙي خاص ڏينهن ملهائڻ ۾ بہ خود ڪفيل رهيا آهيو. ڪانفرنسن جي ڪوٺ ڪڍهن رهڻ نہ ڏني اَٿوَ ۽ سيمينار بہ اوهان جي ڪٻي هٿ جوکيل رهندا آيا آهن. اوهان موهن جي دڙي ۽ سنڌو درياهہ تي سال جي ويندڙ سج کي الوداع ڪرڻ جي اجتماعي ڪارگذاري بہ ڏيکاري آهي تہ نئين سال جي پهرئين صبح جو اڀرندڙ سج جون سلاميون ـ ڀريون آهن. ادبي ميڙاڪن ۾ ڳاهٽ بہ ٿيا آهيو ۽ گڏجاڻين جي گونج بہ هميشه رهي آهي.

ايترو سڀ ڪجهہ ٿيڻ جي باوجود هن ڌرتيءَ علم ۽ ڏاهپ جو ڪو عروج ڪونہ ڏٺو. اخلاقي قدرن جي ڪا آبياري ڪانہ ٿي. مهارتن جي ڪا ترقي ڪانہ ٿي. مثالي ماڻهن جي ڪا نرسري ڪانہ جڙي، سک لاءِ سرگردان ماڻهن کي اطمينان جي ڪا واٽ ڪانہ ملي. نہ ڪي سگهارن فڪري روين جا بنياد پيا. نہ ڪو سماجي ترقيءَ جون وٿون نروار ٿيون، نہ ڪا ويڳاڻپ ختم ٿي، نہ ڪا صحتمند چٽاڀيٽي شروع ٿي سگهي، نہ ڪو ڪلفتن جو زوال آيو. نہ ڪو محبتن جو عروج ٿيو، نہ اجتماعي ڏارا سگهاري ٿي سگهي ۽ نہ عمل جو آغاز ٿيو!

ها، البت ڄُنڊاپٽ جي ڪاروبار جو عروج ٿيو. تنقيد ۽ تعريف جو نرالو ڪلچر متعارف ٿيو. هڪ ٻئي جي پٺڪي لاهڻ واري رسم جي آبياري ٿي، گروپ بندي جي ترقي ٿي، جهڳڙين جا فصل لٿا. ماڻهن کي پٺڪرڻ جا رستا مِليا. نشستن جي اختتام تي پيٺڻ پيٺارڻ جا بنياد پيا ۽ هڪ ٻئي لاءِ هروڀرو مهانتائن مڃڻ جي ترقي ٿي!

ورهاڱي کانپوءِ اسان سان رياست جو رويو سڄڻاڀ وارو ڪونہ هو. ان صورت ۾ اسان جي صاحبان علم ۽ دانش کي ترتيب ۽ تنظيم سان ادارا جوڙي پنهنجي ماڻهن جي تربيت ڪرڻي هئي. سگهاري فڪر، مهذب ڪلچر ۽ جٽادار روايتن

جي پاسداري ڪرڻي هئي. اجتماعي ڌارا کي سگهارو ڪرڻو هو ۽ ماڻهن جي عزم ۽ عمل کي ميلاپ ڏياري شاندار بنائڻو هو ليڪن بدقسمتيءَ سان انهن مان ڪو هڪ ڪم به تحريڪي ۽ مشنري انداز ۾ پنهنجي ماڻهن جي لاءِ ڪونه ٿيو.

اي اديبو ۽ دانشورو!

قومي مزاج ۾ جذبن ۽ عقليت جو توازن قائم رکڻ لاءِ اوهان کي اهم ڪردار ادا ڪرڻو هو ليڪن اڻين ممڪن نه ٿي سگهيو. ڇاڪاڻ ته اوهان پاڻ ئي ان توازن جي شعورڪان عاري رهيا ۽ نه رڳو پاڻ نلهي جذباتيت جي وهڪري ۾ وهندا رهيا بلڪ قوم کي به ان وهڪري ۾ غوطا کارائيندا رهيا. اوهان وٽ ڪُل ڏاهپ جو سرچشمو اوهان جي پنهنجي ذات، داخلي محرومين تي مبني شاعري ۽ پنهنجون لکڻيون هيون. اوهان کي هر قسم جي سنجيده تقريب ۾ راڳ رنگ به گهرجي پيو ۽ هر مهذب تصور سان گڏ پيگ پيالو ۽ کيل تماشو به کپي پيو. ڏيڻا ٻاري ويندڙ سال کي الوداع ڪرڻ ۽ ايندڙ سال جي اڀرندڙ سج جي سلامي ڪنهن خاص هنڌ تي ڪرڻ اوهان لاءِ وڏي ۾ وڏي اجتماعي سرگرمي هئي. علمي رويا، علمي طريقا ۽ علمي جهد اوهان جي اڻپروچ ۽ اڻ ٽڻ ۾ ئي شامل نه هئا.

وڏي بدقسمتي ته اوهان وٽ سائنس جي علمن جي حاصلات لاءِ ڪابه ديوانگي نه هئي، جنهن سان اوهان قوم جي اجتماعي مهارتن ۽ قابليتن کي سگهارو بنائڻ لاءِ ڪو ڪردار ادا ڪري سگهو. اوهان وٽ فلسفي جي ذريعي زندگي جي حسناڪين کي ترتيب ۾ آڻي انهن کي منظم ڪرڻ جي تڙپ ۽ جستجو نه هئي، جنهن سان اوهان نوجوانن مان ويڳاڻپ ختم ڪري انهن ۾ زندگي، حسن ۽ حق جو ادراڪ ۽ عمل سگهارو ڪري سگهو. اوهان رياضيءَ جي مشقن ۽ فارمولن ذريعي زندگيءَ جي مادي حقيقتن کي سائنٽيفڪ ۽ رياضياتي بنائڻ جي ڳڻ ڳوت ڪانه ڪئي، جنهن سان اوهان نوجوانن کي چٽاڀيٽي ۽ مهم جوئيءَ جي ميدانن ۾ ڊوڙائي سگهو. اوهان هر وقت رڳو بي مقصد شاعري، غيرمعياري راڳ ۽ اجاين نعرن جي صورت ۾ نوجوانن کي محبتن ۽ نفرتن جا بي منزل پيچرا پٽي لِيڪي ڏنا. اهڙين محبتن جي انهن بي منزل پيچرن تي روان رهي نوجوانن جو وڏو حصو رهبرن سان عقيدتون نباهڻ جو پتلو بڻجي ويو. ڪڏهن به اختلاف راءِ جي حق جو استعمال انهن جي لاءِ حرام بڻجي ويو ۽ هر اجتماعي عمل ۾ شرڪت جو بنياد شخصي وابستگيون ۽ ياري باشي وڃي رهيو. وري جڏهن نوجوان انڌين نفرتن جي ور چڙهي ويا ته اهي نفرتون ئي سندن هيرو ورشپ بڻجي ويون. نتيجي ۾ انهن عقل ۽ دليل جي ڪابه ڳالهه پنهنجي دل تي دستڪ ڏيڻ لاءِ پهچڻ نه ڏني ۽ ڪنهن به مسئلي تي غير جانبداريءَ سان سوچڻ لاءِ پنهنجن دماغن جي تالابندي ڪري ڇڏي.

د    اي ديده ورو، اي دانشورو!

اوهان ماضي پرستيءَ جي فضول روايتن کي اکيون ٻوٽي قوم جي مٿان مسلط ڪري ڇڏيو: اسين موهن جي دڙي جا وارث! اسين پٿر جي دورڪان وٺي عظيم. دنيا جي سڀني قومن کان عظيم! دنيا جي سڀني کان وڏي ادبي تنظيم بہ اسان وٽ. دنيا جو ڏکيي ۾ ڏکو ماڻهو بہ اسان وٽ. دنيا جو وڏي ۾ وڏو قبرستان بہ اسانجي سنڌ ۾... اسين عظيم، اسين عظيم، اسين قديم! دنيا جي سڀني قومن کان برتريءَ جي اهڙي مهم جوئيءَ اوهان کي ڪڏهن هيءُ سوچڻ جو موقعو بہ نہ ڏنو تہ بحيثيت قوم جي ماضيءَ ۾ اسان کان ڪي غلطيون بہ ٿيون آهن. اسان جون ڪي اجتماعي ڪوتاهيون بہ آهن جيڪي روڳ بڻجي اسان جي مرحليوار بدحاليءَ جو ڪارڻ بڻيون آهن.

توهان ڪڏهن اهو سوچيو تہ ڪيتريون ڳالهيون، سلوگن ۽ فيصلا هئا جيڪي خوبصورت لفظن ۾ ويڙهي، دونهيندار انداز بيان ۾ هتان جي ماڻهن کي تجويزن ۽ تائيدن لاءِ مليا ۽ ماڻهو انهن جي سحر ۾ ليڊرن پنيان ڳاهٽ ٿيندا رهيا ليڪن انهن غير عقلي فيصلن جا هتان جي ڪيترن نسلن کي ڪيتا لوڙڻا پئجي ويا.

پنهنجي بدحاليءَ جو جڏهن بہ تذڪرو نڪتو تہ ان جو الزام رڳو ٻين قومن ۽ ڌارين طاقتن تي لڳايو سين. بدحاليءَ جي پنهنجي اندروني سببن تي ويچار جي ضرورت ئي محسوس نہ ڪئي وئي. نہ سياسي سببن تي، نہ اخلاقي ۽ معاشي ڪارڻن تي ۽ نہ فڪري سببن تي ڪو غور ڪيو ويو. قومن جو بگڙڻ ۽ بنجڻ ڏهاڪن ۽ صدين جي سفر تي ڦهليل هوندو آهي، ان جي ذميداري ڪنهن هڪ واقعي، ڪنهن هڪ ڌارئي يا ڪنهن هڪ ذميدار تي نہ هوندي آهي. ٻيو تہ ڌارئي کي تسلط جو موقعو بہ تڏهن ملندو آهي جڏهن اها قوم اندروني طور تي ڪمزور ۽ بدحال هوندي آهي ۽ اوهان اها ڪمزوري ۽ بدحالي قوم کي ٻڌائڻ جي ڪڏهن تڪليف ئي گوارا ڪونہ ڪئي. اها تڪليف گوارا نہ ڪرڻ جيڪڏهن هن خيال کان هو تہ بدحاليءَ بابت فڪري ۽ سماجياتي شعور ماڻڻ ماڻهن جو پنهنجو ذاتي مسئلو آهي ۽ چاڪاڻ جو هيءُ معلومات جو دور آهي، ماڻهو پاڻ عاقل بالغ آهن، پاڻ پنهنجي معلومات ذريعي پنهنجي بدحالي جا سبب ڄاڻي وٺندا... تہ اها اوهانجي حد درجي جي ذهني سادگي هئي. اهو بہ ممڪن آهي اوهان ڄاڻي واڻي بدحاليءَ جي انهن سببن ـي ڌارين جي کاتي ۾ هٽي ڪنهن بہ ذميواري کڻڻ کان لاتعلق ٿي پنهنجي جان خلاصي ڪرائڻ ٿي گهري. ڇاڪاڻ تہ اوهان کي قومي بدحاليءَ جي فڪري ۽ سماجياتي سببن جي نشاندهيءَ جي نتيجي ۾ پنهنجي عملي ڪردار جي مشڪتن مان گذرڻو پئي پيو ۽ بدقسمتيءَ سان اوهان قومي

فڪري ڏارائن جي تشڪيل لاءِ ان عملي ڪردار جي پلصراط تان گذرڻ لاءِ تيار ٿي نه هئا.

اوهان رڙيون ڪندا رهيا ته پنهنجي قوم ۾ غدار آهن پر اهو نه ٻڌايو ته جيڪڏهن پنهنجي قوم ۾ ڪي غدار پيدا ٿيا ته ڇو ٿيا؟ ۽ انهن غدارن کان ڇوٽڪاري جو رستو ڪهڙو آهي؟ اوهان اهو به ڪونه ٻڌايو ته قومي سفر ۾ جيڪي ناڪاميون پلئه پيون، انهن جا حقيقي ڪارڻ ڪهڙا هئا. زنده قومون پنهنجي هر ناڪاميءَ جي رپورٽ مرتب ڪنديون آهن ليڪن هتي سنڌي قوم کي پنهنجي قومي وجود جي بقا لاءِ ٿيندڙ مزاحمتي ناڪامين جي سببن جي هڪ تفصيلي رپورٽ به ڪنهن دانشور جي پاران نه ملي سگهي! آمريڪا وارن ويٽنام ۾ پنهنجي شڪست جو يادگار نمرائي چوڪ تي سجائي ڇڏيو ته اهو يادگار هنن کي پنهنجي ناڪامين جي يادگيري ڏياري آئنده جي غلطين کان بچڻ جي علامت بڻيو رهي، ليڪن اوهان هتي غلطين جي سادي اعتراف جا به روادار نه رهيا.

اوهان مان جيڪي به چار اکر وڌيڪ پڙهيل هئا، انهن پنهنجي قابليتن کي ڪن به وڏي قومي مقصدن جي لاءِ ارپي ڇڏڻ بجاءِ سٽيپين سرڪاري نوڪرين جي حاصلات لاءِ پاڻ کي خواهشن جي رڃ ۾ ٻوڙائي رکيو ۽ جيستائين اهي سٽيپيون نوڪريون اوهان جي شهري اشرافيه واري مرتبي ماڻڻ واري حسرت جو پورائو ڪنديون پئي آيون، اوهان ڦرٽين ڪرسين ۽ آرامده ايئرڪنڊيشنڊ آفيسن جي نشي ۾ غلطان پئي رهيا پر جيئن ٿي اوهان کي انهن سٽيپين پوسٽن تان پاسيرو ڪيو ويندو هو ته اوهان جي ڪنن ۾ سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ خطري جون گهنٽيون وڄڻ شروع ٿينديون هيون ۽ پوءِ اوهان جي ايئر ڪنڊيشنڊ ڊرائنگ رومن ۾ ”سنڌ جي پلي“ جي نالي تي گڏجاڻيون شروع ٿي وينديون هيون.

اوهان مان ڪيترن اديبن ۽ دانشورن جي ريزي ۽ اردو ڪمال جي هئي ۽ وٽن لکڻ جو ڏانءُ به هو ليڪن افسوس جو اوهان سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جو ڪيس انگريزي ۽ اردو لکتن جي ذريعي دنيا تائين پهچائڻ جي لاءِ ڪا مهم جوئي ڪانه ڏيکاري. ٻيو ته ٺهيو پر جڏهن سنڌ مخلوط النسل صوبو بڻجي ويو ته اوهان پنهنجي دانش سان هتي هميشه لاءِ آباد ماڻهن کي ڌرتيءَ جي خوشبوءِ جو ديوانو نه بڻائي سگهيؤ.

اوهان ڌرتي ڌڻين جي زندگي ۽ موت جي مسئلن ۽ سنڌ ڪيس جو سچي سنڌ ۾ ڪو هڪڙو معلوماتي مرڪز به ڪونه جوڙيو، جتان دنيا جي ابلاغي ذريعن ۽ مختلف محاذن تي وڙهندڙ عملي ڪردارن کي انفارميشن فيڊنگ ڪري سگهجي.

اوهان مان ڪيترا اهڙا هئا جن جا ڪالم جڏهن سنڌي اخبارن جي اندرين صفحن تي فوٽوئن سان ڇپجڻ لڳا ته اهي پاڻ کي مهان دانشورن ۾ شمار ڪرائي ”دانشوريءَ جي قومي استحقاقي لسٽ“ ۾ شامل ٿي ويا. ان ڪانپوءِ اڳتي وڏي

مڪالمن جي آغاز، تربيتي مرڪزن جي قيام، معلوماتي سينٽرن جي جوڙجڪ، تبديلين جي لاءِ عملي ڪردار ۽ فڪر جي اوسر جي اوهانکي ڇڻ ضرورت ٿي نه هئي! هاڻي اهڙن مهان دانشورن جي لاءِ صدارت جون ڪرسيون ۽ خاص مهمان جا تمغا قومي ضرورت بڻجي ويا ۽ انهن پنهي مقصدن جي لاءِ آدم بو آدم بو جو سمان وڃي رهيو.

ڪيترا اهڙا ماڻهو هئا، جن زندگيءَ ۾ ڪو هڪ رسالو ڪڍيو يا ڪنهن رسالي ۾ ياري باشيءَ جي بنياد تي شريڪ ڪيا ويا هئا. ڪن ڪو هڪڙو متاثر ڪندڙ بيان ڪڍيو هو ۽ ڪن ڪنهن هڪڙي احتجاجي جلوس ۾ ٿي شرڪت ڪئي هئي پر هاڻي انهن ماڻهن جو استحقاق بڻجي پيو ته اهي پنهنجي انهي ”عظيم“ ڪارڪردگيءَ جو سچي چمارڪنيو ڪائيندا رهن ۽ سنڌ جا مهان سڃڻ لڪيا وڃن، ڇو ته بظاهر سنڌ جي غم ۾ هميشه لاءِ سندن هانءُ ڦاٽي ٿو. سنڌ جي نالي تي جاري ڪيل ان هڪڙي بيان، رسالي، ڪماڻي ۽ جلوس کان پوءِ انهن ماڻهن جو اهڙو ڪوبه اداره ساز ۽ شخصيت ساز ڪردار سامهون نه آيو پر رسمي لڪڻيون لکڻ ۽ ادبي ميڙاڪن ۾ اُٿڻ ويهڻ ڪري اهي هميشه لاءِ ”مهان ماڻهو“ بڻجي ويا. ڇاڪاڻ جو انهن ماڻهن جون پنهنجيون پنهنجيون ڪئمپ ن ۽ لابيون هيون، انهيءَ ڪري هڪ بئي کي ”قاضي ۽ حاجي“ چوڻ جي ريت حربيءَ سان نڀائيندي رهي.

اهڙن ”حاجين“ ۽ ”قاضين“ جو پورو پروفائيل ڪر ي دسو! انهن سنڌ ۾ هڪ به ”شانتي نڪيتن“ ڪونه جوڙيو. انهن سنڌ ۾ هڪ به مڪالمي جو ”ڪولوزيم“ برپا ڪونه ڪيو، انهن سنڌ ۾ ڪوبه ”ندوه“ ۽ ”عليگڙهه“ وجود ۾ نه آندو. انهن مان ڪنهن به ائڊورڊ سعيد جيترو ڪم ته نهيو پر اردون ڏتي راءِ جيترو زائفاٽن حقن بابت تحرڪ به ڪونه ڏيکاريو.

تحرڪ ۽ تحريڪ کي جنم ڏيڻ لاءِ اوهان کي پنهنجي دور جي ماڻهن جو اعتماد حاصل ڪرڻو هو، پر اوهان ان ۾ به ناڪام رهيا. اوهان مان وڏ ۾ وڏ ذهين دانشور به چئن يارن جي چوياري جوڙي ڊرائنگ رومن ۾ سنڌ جي وقتي مسئلن تي فڪرمندي ڪندي سڄي عمر قراردادن پاس ڪرڻ کان اڳتي ڪونه وڌي سگهيا. اوهان پنهنجي فڪري ڏارائن کي عوام ۽ ڌرتيءَ جي روح سان هم آهنگ ڪرڻ ۾ ناڪام رهيا ۽ تبديليءَ جي لاءِ به ڪنهن به موثر فڪري سگهه کي وجود ۾ آڻي نه سگهيا. جڏهن اهو سڀ ڪجهه نه ڪري سگهيا ته پوءِ عوام جي مٿان مفاد ۽ غرضن جي غلامن پنهنجو وارو وڄايو. ايئن هتي ذهنن ۽ ويچارن کي پٽڪائيندڙ هڇائون مٿي ۾ لڳنديون رهيون ۽ ڏينهون ڏينهن پٽڪڻ جو عمل سگهارو ٿيندو رهيو.

اي سنڌ جا دانشورو ۽ اديبو!

اوهان کي هميشه پنهنجي لکيتن ۾ سنڌ جو درد ۽ فکر لاحق رهيو آهي، انهيءَ تي ڪي بہ بہ رايا ڪونهن. اوهان پنهنجي پر ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ ٻوتو ٻارڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا آهيو. انهيءَ سان بہ اختلاف ڪونهي. پر اهڙين وکريل ڪوششن جو ٿورو گهڻو فائدو اوهان جي چوڌاري موجود ادبي دنيا معرفت اوهان کي تہ ملندو رهيو آهي، پر اسان جي سماج کي اوهان جي جيتري موثر ڪردار ۽ عمليت جي ضرورت رهي آهي، اوهان کي اعتراف هئڻ گهرجي تہ اوهان ان کان قاصر رهيا آهيو. اوهان جون جيتريون ذميداريون ٻڌجن ٿيون، ان حساب سان اوهان ۾ اهو ولولو ۽ اها مستعدي پيدا نہ ٿي سگهي آهي. اوهان جي موثر ڪردار جي ادائيگيءَ ۾ رڪاوٽ اوهان جو فڪري بحران آهي. اوهان وٽ ڪابہ فڪري وحدت ڪانهي ۽ ٽڪرن ٽڪرن ۾ ورهايل آهيو. اوهان جي ادبي صلاحيت ۽ اوهان جي چاڻ ڪنهن فڪر جي اوسر بجاءِ اوهان جي ذات جي قابليت ۽ علمي ادبي ڏاڪي چمائڻ تي استعمال ٿي رهي آهي. اوهان مان ڪيترن مهان دانشورٿيڻ جي چڪر ۾ پاڻ کي افلاطون، هيگل، ڊيڪارٽ ۽ فرائيڊ جو علمي وارث بنائڻ ۽ باور ڪرائڻ جي چڪر ۾ پنهنجي تحريرن کي خواص جي مٿان رعب وجهڻ جو هٿيار بڻائي ڇڏيو. اوهان دنيا جي عملي سماج سڌارڪن ۽ مذهبن جي بانين ۽ ماضيءَ ۾ بنيادي تبديليون آڻيندڙ رهنمائن جي ذميدارين ۽ طور طريقن سان پاڻ کي هم آهنگ ڪونہ ڪري سگهيا. اوهان پنهنجي روحن کي روشن فڪري عطا نہ ڪري سگهيا، جنهن سان اوهان پنهنجي لاءِ ذميداري ۽ شعور بہ پيدا ڪري سگهيا پئي ۽ عوام جي فڪري ۽ سماجي رهنمائي پڻ ڪري سگهيا پئي.

اوهان سڀئي تخليقڪار هجڻ جا دعويدار آهيو پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ اوهان مان اڪثريت جي چاڻ جو بنياد رڳو تقليدي آهي. گروپ جو گروجيڪا سوچ رکي ٿو، چيلا اکيون ٻوٽي ان جي پوئواريءَ ۾ هلندا وتن ٿا. اهڙن ماڻهن جو تعداد بنهہ گهٽ آهي جيڪي فڪر ۽ فهم جي بنياد تي، دليل ۽ حجت سان هٿياربند ٿي زميني حقيقتن پٽاندڙ ميسر ماحول ۾ سماجي افڪار جي سگهہ تي پنهنجو قبلو متعين ڪندا هجن.

اوهان جي انفراديت پسندي اوهان جي سمورين صلاحيتن کي اڌوهي وانگر اندران ئي اندران کائي ناس ڪندي ٿي وڃي پر اوهان کي انهيءَ جو شعور ئي ڪونہ ٿو رهي. هڪ باضمير اديب ۾ جيڪا اقدامي جرئت هئڻ گهرجي اها ڪمال اجتماعيت پسنديءَ جي رجحانن سان حاصل ٿيندي آهي ۽ بدقسمتيءَ سان اجتماعيت گريزي جي رجحانن اوهان کي اقدامي جرئت جي جوهر کان محروم ڪري وڌو ۽ غيرمعمولي ڪمن جي سرانجاميءَ کان لاتعلق ۽ بيگانو ڪري ڇڏيو آهي.

سماج جي لاءِ پنهنجي اندر مان اٿندڙ بيٰ چيني‌ءَ جي اٿمونڊ واري خال کي پرڻ لاءِ اوهان کي ڪابہ اطمينان جي هوند گهرجي پئي پر اوهان جي تقليد پرستي‌ءَ اوهان کي گروهن جو مجاور بڻائي ڇڏيو. پوءِ جڏهن انهن گروهن اڪيون پوتي هر ڳالهہ ۾ مغرب جي پوٺواري‌ءَ جي واٽ اختيار ڪئي تہ اوهان بہ ان قطار ۾ شامل ٿي ويؤ. مغرب ۾ سوويت يونين جو زوال ٿيو تہ هتان جي سماجي ذاهن جي سڄي هوا نڪري وئي. فرائيڊ ۽ سارتر اُتان جي سرمائيدارانہ سوسائٽي‌ءَ جي، مخصوص حالتن ۽ نتيجن ۾ سرمائيداراڻي ويڳاڻپ ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجي ماڻهن کي واٽ ڪيڏي ڏني هئي پر اوهان نقل ۾ بہ عقل کان ڪم ونڻ بدران ڊوڙون پائي نہ صرف پاڻ انهن واٽن تي ڊُڪڻ شروع ڪيو پر اوهان پنهنجي لکيتن جي ذريعي انتهائي غريب ۽ ڏتڙيل سوسائٽي جي ٻين اٽڃاڻن کي بہ انهن واٽن تي ڊوڙائڻ شروع ڪيو. انهن واٽن جي منزل جي اوهان کي بہ خبر ڪانہ هئي پر اهو جديديت جي فيشنَ طور اوهان جي لاءِ لازم هو. پر جيڪي توهان کي معتبر سمجهي منزل جي حاصلات لاءِ اوهان پويان ڊوڙيا، اوهان انهن کي بہ سهڪائي سهڪائي بيحال ڪري ڇڏڻ ڪانسواءِ ڪجهہ بہ ڪين پلئہ نہ وڌو.

اوهان مان ڪيترن ماڻهن هيگل جي جدليات پڙهي هئي. اوهان کي ان جدليات جي روشني‌ءَ ۾ هي شعور حاصل هو تہ هر تصور هڪ حد يا نسبت کان اڳتي وڌي پنهنجي نفي ڪندو آهي ۽ تصورن جي ٽڪراءَ مان هڪ نئون تصور پيدا ٿيندو آهي، ليڪن اوهان انهي‌ءَ شعورکان عاري رهيا تہ جدليات جو اهو عمل خودبخود جاري نہ رهي سگهندو آهي، بلڪ انهي‌ءَ کي جاري رکڻ لاءِ شعور، فڪر ۽ دي جني ضرورت هوندي آهي. اوهان پنهنجي چوڌاري تصورات جي تصادم مان هڪ نئين تصور پيدا ٿيڻ جو ڪرشمو ڏسڻ جي انتظار ۾ رهيا، جيئن مذهبي ڏريون حالتن جي بدلجڻ ۾ امام مهدي‌ءَ جو انتظار ڪنديون رهيون. تيئن اوهان مان هڪڙا حالتن جي بدلجڻ لاءِ روس ۾ ٻيهر سوشلسٽ انقلاب جي امڪانن کي تڪيندا رهيا ۽ ٻيا وري بدلجندڙ عالمي ڊيموگرافڪ تبديلين جي آسري تي هڪ ٻئي کي خودبخود قسمت بدلجڻ جو دلداريون ڏيندا رهيا. سٺ سالن جي شڪست کائڻ جو عمل بہ اوهان جي هوش حواس کي اهو باور نہ ڪرائي سگهيو تہ اوهان زمان ۽ مڪان جي شعور ۽ صدين تي محيط پنهنجي فڪري روايتن سان پاڻ ۾ تبديلي‌ءَ جو عزم ۽ ارادو ڪٽي قوم جي سامهون وڃو.

اي سنڌ جا اديبو ۽ دانشورو!

اوهان جي مت انهي‌ءَ ڪري ڪسجي ويئي هئي جو اوهان پنهنجي ڏاهپ ۽ شعور جي بنيادن ۾ پنهنجي خلقڻهار کي پنهنجو ساٿي ۽ شريڪ نہ بڻايو. اوهان پنهنجي خلقڻهار جي بخشيل انهي‌ءَ سمجهہ ۽ عطا کان پاڻ کي محروم رکيو

جيڪا هن پنهنجي تڙپندڙ بندن جي لاءِ همت ۽ عظمت جي طور تي انسان جي تحت الشعور ۾ محفوظ رکي آهي. نتيجي ۾ اوهان جي، پنهنجي ماڻهن ۽ پنهنجي ڌرتيءَ سان وابستگي، تڙپ ۽ جستجو انهيءَ منزل تي ئي نہ رسي سگهي جو اوهان ۾ سماج جي لاءِ سچڻ ۽ سڌارڪ هئڻ جي ديوانگي پيدا ٿي پوي. اهڙي امنگ ۽ ارپنا جيڪا هزارين سالن کان سماج جي سچڻ ۽ سڌارڪن جو مرڪ رهي آهي. اهڙي ديوانگي جيڪا انسانيت جي ڪمن لاءِ انهن کي بيخود بڻائي رکندي هئي. اهڙي ديوانگي جنهن حق ۽ سچ جي ساٿ لاءِ سقراط کان زهر جو پيالو پيارايو. اهڙي بيتابي جنهن پنهنجي مشن جي تڪميل لاءِ حضرت عيسيٰ؈ کي صليب تي پهچائي ڇڏيو، اهڙي امنگ جنهن انسانيت کي اعليٰ قدرن ۽ فلاحي معاشري کان سرفراز ڪرڻ جي ذميداريءَ ۾ حضرت محمد ﷺ کي طائف جي بازارين ۾ پٿر کارايا. اهڙي حوالگي جنهن ملوڪيت ۽ آمريت کي چئلينج جي ڪري عوام جي بنيادي حقن جي تحفظ لاءِ منصور بن حلاج کي تختہ دار تي پڄايو هو. اهڙي وابستگي جنهن ڌارين جي تسلط لاءِ للڪار بڻجي مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيسرايو هو. اهڙي قرباني جنهن هن ڌرتيءَ جي مظلوم ۽ پيڙهيل هارين کي پنهنجو حق ڏيارڻ لاءِ شاه عنايت کي شهادت جي مرتبي تي فائز ڪرايو.

اوهان جي شخصي بحران جو اصل ڪارڻ اهو آهي تہ اوهان بحيثيت انسان پنهنجي شناخت جي تلاش ڇڏي ڏني. ”مان ڪير آهيان؟ ڇو پيدا ڪيو ويو آهيان؟ منهنجي زندگيءَ جو مقصد ڇا آهي؟“ اوهان جي زندگيءَ ۾ انهن بنيادي سوالن جي جواب جي نہ ڪا تلاش رهي، نہ ڪا اهميت رهي. نتيجي ۾ اوهان وٽ زندگيءَ جي روين ۽ حقيقتن ۾ وقت بوقت تضاد منظر تي ايندا ويا. جڏهن زندگيءَ جي باري ۾ نصب العين جو تصور ئي نہ رهيو تہ اوهان پاڻ مان اهو جوهر، استعداد، صلاحيت ۽ لقاءِ وڃائي ويٺؤ، جنهن ۾ دنيا جي چڱاين ۽ حسناڪين کي قبول ڪرڻ جي خاصيت هوندي آهي. جڏهن اهو استعداد ئي وڃائجي چڪو تہ پوءِ هيڏو وڏو تهذيبي ۽ علمي پسمنظر ۽ هيڏي ساري صوفي فڪر جي زرخيزي بہ اوهان کي بچائي اِن لائق نہ بڻائي سگهي جو اوهان قومي بقا جي لاءِ فعال ڪردار ادا ڪري سگهو.

سنڌ جو محسن ۽ دانش جو جوهر شاه عبداللطيف ڀٽائي اسان تي ڌارين غنيمن جي مسلسل يلغارن ۽ پنهنجي ڪمزور نظام جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل خرابين جي سڌاري لاءِ گونجار بڻجي اڀريو. هن جي فڪر جي پرواز، هن جي تڙپ جي انتها، هن جي عمل لاءِ اتساهيت جي گهرائي ۽ انيڪ آزارن ۾ وڪوڙيل قوم جي نبض شناسي ڏسي، سڄي سنڌ هن جي مسيحائي جو اعتراف ڪري ويٺي. اوهان بہ نالي ماتر تہ کيس پنهنجو رهبر ڪري ورتو، پر افسوس جو اوهان ڀٽائيءَ جا

سڏڙيا عاشق ثابت ٿيو. اوهان پٺائي کي جيترو پنهنجي سوچ جي پيمانن تي پورو لڌو اوتري ان جي مسيحائي مڃي ۽ جتي اوهان جي نفسي خواهشن جو مسئلو هو، جتي آفاقي پيغام جي قبوليت جو مطالبو هو، جتي لوچ هئي، جتي جهد هئي ۽ جتي سورهياڻپ سوڀ کي مرڻي هئي، اتي اوهانجي طرفان حيلا بهانا ۽ تاويلون هيون. پٺائي هڪ پختي عقيدي واري مسلمان جي حيثيت ۾ پنهنجي رسالي کي الاهي آيتن جو تفصيل ڪري پيش ڪيو، ليڪن اوهان پنهنجي زندگيءَ جي سيني شعبن ۾ پالڻهار جي ضابطن جي پابنديءَ جا روادار نہ رهيوَ. پالڻهار پنهنجي آفاقي ضابطن جو آخري ايڊيشن قرآن مجيد حضرت محمد ﷺ جي ذريعي انسانيت کي عطا ڪيو، اوهان ان سان وابستگيءَ جي ڪا نسبت ئي نہ جوڙي، جيڪو ڪتاب ڏاهپ جو پنڊار هو، جيڪو ڪتاب انسانيت جي ڪامراني ۽ فلاح جي فطري اصولن جو سرچشمو هو، جيڪو ڪتاب انسان جي نصب العين ۽ منزل جو تعين ڪندڙ هو، اوهان پاڻ تي ان جو پاڇو پوڻ ئي ڪونہ ڏنو.

پٺائي سڄي دنيا جي سماج سڌارڪن وانگر پنهنجي ۽ ڌرتيءَ جي وچ ۾ پنهنجي خلقڻهار کي شاهد بڻائي عمل ۽ اتساهيت جو تڪنڊو بڻايو ليڪن اوهان هميشه لڪيرن تي ٻوڙندا رهيا ۽ تشڪيل اوهان کان ڪابہ ٿي ڪانہ سگهي. نتيجي ۾ اوهان کان ڪنهن بہ وڏي ڪردار جي ادائيگي ۽ غيرمعمولي ڪارگذاريءَ جي توقع بہ ڪونہ رهي.

پٺائي هڪ نبض شناس سڌارڪ جي حيثيت ۾ هتان جي ماڻهن کي وحدت الوجودي فڪر جو پيغام ڏنو. ان فڪر جي روءِ سان خدا ۽ بندي ۾ تعلق جون ڇا تہ نفاستون هيون! اوهان انهن نفاستن جي حاصلات لاءِ "ڳوليان ڳوليان مَ لهان" جي هورا ڪورا مان ئي ڪونہ گذريوَ. "ماڻهو الله جو عيال آهن" ۽ "سڀ ماڻهو انسانيت جي حقن ۾ برابر آهن"، جهڙن وحدت الوجدي اصولن سان اوهان سنڌ ۾ ايڪتا ۽ ايثار جو شاندار سماجي انقلاب برپا ڪرڻ لاءِ سگهارا فڪري بنياد فرا ر ڪري پئي سگهيوَ. ليڪن اوهان کي پٺائيءَ جي ڏسيل سڌي دڳ تي هلڻ بجاءِ ٻرورا ڪن سان پانت پانت جي واٽن تي پٽڪڻ جي هير پئجي وئي هئي. اوهان اوجهڙ ۾ ڪيترا ٿاٻڙيا، ٿاٻڙجندي ڪريا ۽ ٻيهر اٿي پلوءُ ڇنڊي وري هلي پئي پيا. اوهان جي اديباڻي سرڪشي ۽ دانشوراڻي برتريءَ جي غرور اوهان کي سنڀلجڻ جو موقعو ئي نہ ڏنو ۽ ايئن سالن جا سال وهامندا ويا.

ايئن وقت وهامي وڃڻ جو اوهان جي صحت تي ڪو اثر پوڻو ڪونہ هو. اوهان نالي ۾ هن سماج جا پُرجهيل چونڊ افراد هئا ۽ سماج سان لکيتن جي ذريعي اوهانجي پي آر هئي. ان پي آر جي ڪري اوهان کي 'مڃتائون حاصل رهيون ۽ پنهنجي سماجي اسٽيٽس جي ڪري اوهان کي سٺيون نوڪريون بہ ملنديون

رهيون ۽ مجلسن جو صدارتون ۽ خاص مهمانيون بہ اوهان کي ريجهائي رکنديون رهيون. ليڪن اوهان جي لوچ ۽ لا لائي کان دوريءَ اوهان کي ڪنهن بہ غير معمولي حاصلات کان محروم رکيو جنهن جو ڪيتو بهرحال هن سماج جي ڪروڙين غريبن، بي ڪسن ۽ ڏتڙيل ماڻهن پوڳڻو پيو. اوهان سماج جي انهن موثر طبقن مان هڪ موثر طبقو هئا جيڪي گورن جي غلاميءَ جي خاتمي کانپوءِ هن قوم کي ڪارن جي نئين غلاميءَ مان جان ڇڏائڻ لاءِ عمل جي واٽ پڌائي پئي سگهيا. ديس واسين ۾ هن ڌرتيءَ جي مالڪي جي اهليت پيدا ڪرڻ جي تربيت ڪري پئي سگهيا. سندن مهارتن کي سگهارو ڪري انهن جي خون کي گرمائي پئي سگهيا. اوهان فڪري روين جي تاجي پيٽي سان سماجي ترقيءَ جو وٿون نروار ڪري پئي سگهيا. اوهان انقلاب جون مشعلون ٻاري ٻاٽ کي لاٽ ڏئي پئي سگهيا. ليڪن اوهان هيڏن منصبن جي حق ادائيءَ جي بجاءِ وقتي مسئلن تي بيان بازيءَ جي مهم، قراردادن جي ڀرمار، هڪبئي سان شامون ملهائڻ ۽ سيمينارن جي انعقاد سان قوم کان پنهنجيون مهانتائون ميرائڻ جا روادار رهيا. ائين وقت وهاندو ويو ۽ غلاميءَ جا ڳٽ هن ديس جي ماڻهن کي گهٽيندا ۽ ٻوساتيندا ويا.

ان گهٽ، ٻوسٽ جي سٺ سالن واري سڄي عرصي ۾ هن ديس جي ماڻهن کي رياست جي پنهنجائپ ۽ سڃاڻپ ميسر نہ ٿي. انهن کي بنيادي حقن کان ظالماڻي حد تائين محروم رکيو ويو. کين روزگار جي جديد کان جديد موقعن کان بهره ور ٿيڻ تہ پنهنجي جاءِ تي، الٽو درياهہ تي ٻئراج ۽ ڊيم اڏي هزارين سالن کان سندن جياپي جي آسري کي بہ ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. انهن جي مڊل ڪلاس کي ڌاڙن، اغوائن ۽ جهڳاڙي سياسي ڪلچر جي ذريعي تباهہ ڪيو ويو. سندن تعليم ۽ معاشرت کي هٿ وٺي بگاڙيو ويو. شهر، تجارت ۽ صنعت انهن جي لاءِ اوپري بڻائي وئي. ڪرب ۽ عذاب جا نوان نوان طريقا ڪڍي انهن جي روحن ۽ جسمن کي رهڙيو ويو.

ڌرتيءَ جا وسيلا ڌارين جي حوالي ٿي ويا. ڌرتيءَ جي حاڪميت کسڪائي وئي! شهر ڌرتي ڄاون لاءِ اوپرا بڻايا ويا ۽ شهري حڪومتن تعليم ۽ نوڪرين تي بندشون وجهي ڇڏيون. امن ۽ انصاف کان بہ محروم ڪيو ويو ۽ ڪٿي بہ ڪنهن ڪمزور ۽ غريب ماڻهوءَ لاءِ تحفظ ۽ حفاظت جي ڪابہ ضمانت نہ رهي. نتيجي ۾ ساڍا ٽي ڪروڙ سنڌين مان چند لکن کي ڇڏي باقي سنڌين جي مٿان رياستي اوپرائپ جي قيامت گذرندي رهي آهي. اهي امن، تحفظ، انصاف ۽ روزگار جي حاصلات لاءِ ڊوڙائي ڊوڙائي ماريا ويا آهن. انهن جي ڌرتيءَ جي سيني ۾ ڪربين رپين جو تيل، گئس، ڪوئلو ۽ ٻي معدنيات موجود آهي پر ان ڌرتيءَ جا ڄاوا ٽن ويلن جي مانيءَ جو اطمينان بہ حاصل ڪري نہ سگهيا آهن.

هتان جي ماڻهن کي اهڙين بدترين حالتن مان ڇوٽڪارو ۽ قسمين قسمين سنگهرن مان آزاديءَ جي رهنمائي فراهم ڪري ته ڪير ڪري؟ انهن ۾ محبت، اعتماد ۽ سرگرميءَ جا سلا ڪير اپاري؟ انهن کي جهالتن جي ڏٻڻ مان ڪير ڇڪي ڪڍي؟ انهن جي ذهنن ۽ دلين ۾ اميد ۽ امنگ جا ڏيئا ڪير روشن ڪري؟ انهن جي قابليتن ۽ مهارتن کي ڪير سگهارو ڪري ۽ ڪين مسابقت ۽ مقابلي جي لاءِ ڪير منظم ڪري؟

اسان جا اديبو!

هيستائين پُل جي هيٺان گهڻو پاڻي وهي چڪو آهي ۽ اسين بحيثيت قوم فيصلہ ڪن صورتحال تي بيٺل آهيون. اهڙي وقت دنيا جي قومن طرفان پنهنجي آجپي لاءِ ڪيل ڪامياب جدوجهد کي نظر ۾ رکندي اسان پاڻ بدلائڻ جو عزم ڪيون. تهاري جهالت ۽ ظالماڻي غلاميءَ جي سنگهرن ۾ قاتل ماڻهن کي اڪاري ڪيڻ جي لاءِ جنهن انقلاب ۽ جاکوڙ جي ضرورت آهي، ان لاءِ اسان کي سٺ سالن جون هٺ ڌرميون، ضديتونَ ۽ انائون ڇڏڻيون پونديون. اسان کي رسمي ادبي طريقن ۽ نالي جي دانشوريءَ جي رينگٹ کي ڇڏي هڪ وڏي سماجي ۽ سياسي تبديليءَ جا بنياد وجهڻا پوندا. انهيءَ جي لاءِ فوري پيشرفت هيءَ آهي ته اسان ماضيءَ جي غلطين ۽ ناڪامين جو اعتراف ڪري پاڻ بدلايون ۽ پاڻ ۾ ترقي پسند خود شعوري پيدا ڪريون. اسان صدين کان سماج جي تبديليءَ جي لاءِ پتوڙيندڙ عملي سماج سڌارڪن ۽ مذهبن جي بانين جي واٽ وٺون. ظلم، توهم پرستي ۽ پستيءَ جي خاتمي لاءِ آخري پيغمبر محسن انسانيت حضرت محمد ﷺ جي تبديليءَ واري طريقي کي پنهنجي لاءِ مثال بڻايون.

انهيءَ عمل سان اسين نہ صرف انسانيت جي لاءِ ابدي هدايت ۽ رهنمائي جي سلسلي سان جڙي تبديليءَ جي نون امڪانن کي تخليق ڪري وٺنداسون بلڪ مسخ ٿيل مذهبيت جي انهن ڪروڌن کان بہ پنهنجي ماڻهن کي آجو ڪري وٺنداسين، جيڪا ايامن کان ڪين پٽڪائي سندن سورن جو ڪارڻ بڻجندي رهي آهي.

اي سنڌجا اديبو ۽ دانشورؤ!

اوهان پاڻ بدلجڻ جو عهد ڪريو ۽ صرف هي پنج ڳالهيون نباهڻ جو عهد ڪريو، پوءِ ڏسو تہ تبديليءَ جا سوين امڪان ڪيئن ٿا تخليق ٿين:

1. پنهنجي زندگي هڪ ڇتي ۽ اعليٰ مقصد هيٺ گذارڻ جو عزم ڪريو ۽ سماج جي ڀلي لاءِ پنهنجي اندر مثالي ماڻهن واري ارپنا ۽ ديوانگي پيدا ڪريو.
2. اجاين بحثن ۽ تنقيد کي ڇڏي ترقي پسند خود شعوري ۽ عملي ڪردار سان

تبديليءَ جي وات ونو ۽ پنهنجي چوڌاري بگڙيل ادارن کي سنوارڻ ۽ نون ادارن جي قيام جو ذمو کڻو.

3. سائنس، فلسفي ۽ رياضيءَ کي پنهنجي علمي ترقيءَ جو بنياد بڻائي عوام جي صلاحيتن ۽ مهارتن کي سگهاري ڪرڻ جون گهڻ رخيون ڪوششون ڪريو.

4. انسان، ڌرتي ۽ خِلقتڻهار کي، فڪر جو محرڪ بڻائي، پنهنجي ماڻهن ۽ ڌرتيءَ لاءِ ذميدارانا ڪردار کي يقيني بڻايو.

5. پٺتائيءَ جي بڌايل فڪري وات تي دلين ۾ تبديليءَ جي چٽنگ ٻاري سنڌ جي ماڻهن جي ڪردار جي پختگي، اجتماعيت جي سوچ ۽ مزاحمت جي طريقن کي سگهارو ڪيو.

اوهان سڄي انساني تاريخ جو گهرو مطالعو ڪري ڏسو! جنهن به دور ۾ اتان جي صاحبان علم ۽ دانش پنهنجو ڪردار ادا ڪيو آهي ته انهن پنهنجي روشن فڪريءَ سان مٿين ڳالهين ذريعي پنهنجي سماج کي واقعي تبديل ڪري ڏيکاريو آهي. جڏهن اوهان ان تبديليءَ جي وات جا پانڌيئڙا بڻبؤ ته ان وقت اطمينان جي انهيءَ عظيم حاصلات کي اوهان به حاصل ڪري وٺندؤ جيڪا انقلاب فرانس جي ڪاميابيءَ کي اکين سان ڏسي ڪانٽ کي حاصل ٿي هئي ۽ هن انقلاب جي ڪاميابيءَ جي خبر ٻڌندي چيو هيو ته ”منهنجا خلقتڻهار! منهنجي اکين تنهنجي عطا ڪيل نجات جو منظر ڏسي ورتو آهي ۽ هاڻي پنهنجي هن بندي کي سرخروئي سان پنهنجي بارگاهه ۾ حاضر ٿيڻ جو موقعو عطا ڪر!“

# اي سنڌ جا سياسي ۽ سماجي ورڪرؤ!

اوهان جي ابوجهائپ ۽ عدم احتسابي وارن روين جي ڪري هتي ڪابہ اهڙي مضبوط پارٽي نہ جڙي سگهي آهي، جيڪا ڌرتي ڌڻين کي پنهنجو حق ۽ انصاف ڏياري سگهي ۽ جيڪا امن پرئي فلاحي معاشري جي حاصلات يقيني بڻائي سگهي. ڌرتيءَ ڇاوا سٺ سالن کان عذابن ۾ آهن ۽ ظلم ۽ ڏاڍ جي ڪري اهو سفر ڪٿي ئي نٿو. دنيا گلوبل وليج بڻجي ويئي. ان گلوب تي هڪڙا خطا انساني آزادين، معاشي پاڙ پراين ۽ فلاحي معاشرن جي صورت ۾ انسانن لاءِ امن، آشتي ۽ سڪون جا گهوارا بڻيل آهن. اهي خطا ترقي ۽ تمدن جا اهڙا شاهڪار آهن جن تي انسان خود اچرج ۾ آهي. پر اسان جو خطو جهالت، ابتري، غلامي ۽ تمدني تباهيءَ جو عالمي شاهڪار رهجي ويو آهي. اسان سان ڌارئي تسلط اهي هاڃا تہ بڇا ڪيا پر اسين پنهنجي قسمت بدلائڻ لاءِ مليل موقعن مان فائدو بہ نہ وٺي سگهيا آهيون. اسان جي سياسي ۽ سماجي نظام جي ابتري ڏينهون ڏينهن اسان کي بيوسيءَ ڏانهن گهلي رهي آهي. انهيءَ جو وڏو سبب جتي اسانجي سياسي قيادتن جي عدم بصيرت ۽ بي پرواهي آهي، اتي اوهان سياسي ۽ سماجي ورڪرن جي سادگي ۽ عدم احتسابيءَ جي روين کي بہ ان کان آجو نٿو ڪري سگهجي.

اوهان جي جذبن جي سچائيءَ تي ڪي بہ بہ رايا ڪونهن. هيءَ ڳالهہ بہ بجا آهي تہ اوهان سنڌ ۾ جنهن بہ سياسي ڌر سان سلهاڙيل آهيو، اتي اوهان جي جذبي جو محرڪ اوهان جي سنڌ دوستي آهي. اوهان جيڪڏهن ڪنهن وفاقي پارٽيءَ سان ساڻ ڏيو ٿا تہ ان وقت بہ اوهان جو جذبو هيءَ آهي تہ اها وفاقي پارٽي وفاق ۾ سنڌ جي ڀرپور نمائندگي ڪرڻ جي اهليت رکي ٿي. اوهان ديني پارٽين مان بہ انهيءَ کي چڱو سمجهو ٿا. جنهن جا عالم ماضيءَ جي ڊگهي تسلسل ۾ انساني ۽ قومي آزادين جي لاءِ هميشه ويڙهہ وڙهندا آيا آهن ۽ خدا پرستي ۽ انسان دوستي سندن ديني سوچ جو مرڪز آهي. اوهان جي قومپرست پارٽين سان وابستگي بہ هن ڌرتيءَ جي ماڻهن سان غير مشروط محبت جي نتيجي ۾ آهي. ليڪن الميو

هي آهي تہ اوهان مان اڪثريت جون اجتماعي ڪمن سان وابستگيون اوهان جي پارٽ ٽائيم مصروفيت پٽي رهيون آهن. اوهان مان اهڙا ڪي ٿورا ماڻهو آهن جيڪي انساني فلاح جي ڪنهن عالمگير فڪري بنياد ۽ تسلسل ۾ اجتماعي ڪمن سان پنهنجي ذات ۽ زندگيءَ جو سچو سودو ڪري ويهن. اوهان مان اڪثر ورڪرن جون پارٽين سان وابستگيون نعرن ۽ وقتي مسئلن جي لاءِ آهن. اهي بنهہ ٿورڙا ورڪر آهن، جن جي پارٽين سان وابستگي جو بنياد جذباتيت بدران اهڙي آئيڊيالاجي هجي، جيڪا انسانن کي خود شناسيءَ جو شعور ڏيندي هجي، جيڪا انهن جي لاءِ زندگيءَ جي هڪ نصب العين جو تعين ڪندي هجي. جيڪا انسانن جي ڀلائي ۽ ڌرتيءَ تي انصاف جي قيام کي خدائي ذميداري سمجهندي هجي، جيڪا انسانن کي الله جو عيال سمجهي انهن جي نجات ۽ فلاح جي لاءِ تڙپ ۽ جاکوڙ کي ايمان جو درجو ڏيندي هجي، جيڪا حقن جي حاصلات لاءِ شهادتن جي نذراني کي پنهنجي خدا جي حضور ۾ سرخروئيءَ سان حاضر ٿيڻ جو ثمر سمجهندي هجي.

اوهان مان اڪثريت جون پنهنجين جماعتن جي قيادتن سان وابستگيون انهن جي ذات ۽ شخصيت سان آهن. اوهان مان اهڙا بہ ڪي ٿورا ورڪر آهن جيڪي قيادتن سان وابستگين ۾ انهن جي فڪر جي بلندي ۽ عمل جو اهو جذبو، حوصلو، استقامت ۽ ديوانگي تلاش ڪن جيڪا هزارين سالن کان انسانيت جي رهبري ڪندڙن ۾ موجزن رهندي آئي آهي. بس اوهان تہ پاڻ کي سياسي روبوٽ بڻائي هلائيندا رهيا. نہ اوهان ڪڏهن پنهنجي سفر جي مضبوط فڪري رجحانن جي اڻ هوند تي بيچيني ڏيکاري ۽ نہ سماجي سهڪار جي عمل کي پنهنجي تحريڪن جي عروج لاءِ پاڻ بڻايو. نہ پنهنجي قيادت کان انقلاب ۽ تبديلين جي لاءِ سائنٽيفڪ طريقن جي گهر ڪئي ۽ نہ انهن کان عملي جدوجهد جي مرحليوار اقدامن جي تقاضا ڪئي. نہ انهن جي پنهنجي شخصيت جي جوهر ۽ مثالي ڪردار کي سامهون رکيو ۽ نہ انهن جي عملي ڪارگذاريءَ کي ڳاٽاٽي ۾ آندو نہ انهن جي موقعي پرست ڪمپرومائيز تي احتجاج ۽ احتساب ڪيو ۽ نہ اهڙن روين تي ان احتجاج کي طوفان جي شڪل ڏني.

اوهان کي سماج لاءِ پنهنجي ذميدارانہ ڪردار جو هي ادراڪ تہ هو تہ اوهان پنهنجي انفراديت پسندي ڇڏي، اجتماعي ڌارا ۾ سلهاڙجو. ليڪن اوهان پنهنجن ذهنن ۾ ذميداراڻي ڪردار جي محرڪ واري ان شعور کي ماڻي نہ سگهيا. جيڪو قدرت جي منشا سان هڪ تمام ڊگهي انساني سفر جو تسلسل آهي. درحقيقت اوهان ۾ قدرت جي منشا مطابق ان لڙيءَ ۾ پوپيل هجڻ جو شعور بہ پختو هئڻ گهربو هو.

هيءَ قدرت جي منشا هئي تہ انسان خدا جي خليفي جي صورت ۾ ڌرتيءَ تي ذميدارانہ ڪردار ادا ڪري. انسانن جي ذميدارانہ ڪردار جو اهو قافلو ڌرتيءَ تي لڳ ڀڳ ارڙهن هزار سالن (حضرت آدم) کان روان دوان آهي. انهيءَ ڪردار جي پختي شعور حاصل ڪرڻ لاءِ حضرت موسيٰ عليہ السلام کان وٺي هيستائين، انسان کي ساڍا سورهن هزار سال صرف ٿيا آهن. انهيءَ عرصي ۾ هڪ لک چوويهہ هزار نبي آسماني هدايت جا ڪيترائي ڪتاب ۽ صحيفا کڻي انسانن کي پنهنجي ذميدارانہ ڪردار لاءِ ميڙون منٿون ڪندا رهيا. پاڻ بدلائڻ جي لاءِ انهن کي قدرت جي پاران خوشخبرين ۽ خوف جا نياپا رسائي. ابدي زندگيءَ جي حسناڪين کي پسڻ جو شعور بخشيندا رهيا. انهن جي عذابن ۽ اهنجن کي هٽائڻ لاءِ پاڻ اهنجن ۽ عذابن مان گذرندا رهيا. پنهنجي وقت جي طاقتور ۽ ظالم ترين ماڻهن سان مهاڏو اٽڪائي، ماڻهن کي آزاد معاشري جو اهڙو موقعو فراهم ڪندا رهيا. جنهن ۾ هو خليفي واري پنهنجي ذميدارانہ ڪردار نڀائڻ لائق بڻجي سگهن ۽ جيئڻ اطمينان سان خودشناسي ۽ خدا شناسيءَ سان بهره ور ٿي سگهن. ساڍا سورهن هزار سالن جي پڄاڻيءَ تي دنيا انهيءَ صورت ۾ بين الاقواميت ۾ داخل ٿي چڪي هئي تہ بہ وڏا سپر پاور قيصر روم ۽ ڪسريٰ ايران دنيا جي اڪثر خطن ۽ قومن کي پنهنجي تسلط ۽ غلاميءَ ۾ سوگهو ڪري چڪا هئا. هنن غلاميءَ جي سنگهرن کي سوگهو بنائيندڙ ذريعن شرڪ ۽ جهالت سان قومن کي اوندهہ ۾ ڌڪي رکيو هو. ان وقت بہ قدرت هڪ متبادل بين الاقوامي نظام جي لاءِ عدل ۽ انصاف جو شاهڪار دستور قرآن مجيد جي صورت ۾ حضرت محمد ﷺ جي ذريعي موڪلي انسانيت کي ان ظالماڻي تسلط کان نجات ڏيارڻ جو بندوبست ڪيو.

انسانيت اتان نئين دور ۾ داخل ٿي، جنهن ڪانپوءِ جهالتن ۽ شرڪ جو خاتمو هو ۽ ان بنياد تي انسانيت کي غلامين کان نجات هئي. نجات جي انهن ابدي اصولن مان سڄي انسانيت پنهنجو پنهنجو حصو کڻي ورتو ۽ پنهنجي پنهنجي ذات ۽ سماج جي اڏاوت ڪئي. ڪن قوانين فطرت جي نالي سان پنهنجا عاليشان معاشرا اڏيا ۽ ڪن خدائي ضابطن جي مٿان عمل جي ذريعي پنهنجي شخصيت، پنهنجي خاندان ۽ پنهنجي معاشرت لاءِ اطمينان ۽ عدل جو فيض ماڻيو. اوهان انسانيت جي واسطي چڱاين جي حاصلات واري هن ڊگهي سفر جا پانڌيئڙا بڻيا تہ اوهان کي انسانيت جي لاءِ ان شاهڪار دستور جي سرچشمي مان شعوري طرح سيراب ٿيڻو هو. ليڪن اوهان مان وڏو تعداد انهيءَ شعور کان محروم رهيو.

اوهان سياسي ۽ سماجي ورڪر بنجڻ وقت سماج جي جنهن وڏي ذميواريءَ

جن بار پنهنجي مثان وڏو هوءِ ان ڪردار جي ادائيگي لاءِ پاڻ حوالگي ڪئي هئي، اها ڪا معمولي پيش رفت نه هئي ۽ نه ڪو اهو راند يا وقت گذاري جهڙو مشغلو هو. عظيم مقصدن جي لاءِ پاڻ حوالگي ڪرڻ وقت پنهنجي ڪل ۽ گوشت واري جسم (Outer Person) کي حوالي ڪونه ڪيو ويندو آهي بلڪ شخصيت جي مرڪز ان دل (Inner Person) کي به وابسته ڪيو ويندو آهي جتي انسان جون خواهشون، ان جون ڪلپنائون، ان جا ارادا ۽ عزم، پسند ۽ ناپسند، سرگرميون ۽ پيش قدميون، اهي سڀ ايامي نڪرن ٿيون، جن جي چونڊ تي زندگيءَ جو رخ متعين ڪري پيشرفت ڪئي ويندي آهي. انهيءَ قلب کي سليم بنائڻ جي لاءِ اوهان پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪهڙا جتن ڪيا؟

اوهانجو ماٺيو، اوهان جو تزڪيو، اوهان جو خلوص، اوهان جي فدائيت ۽ اوهان جي اندر جي سچي سندرتا جو مرڪز اوهان جي دل هئي، ان جي ڪوملتا کي سدا بهار رکڻ جي لاءِ اوهان انسانن جي سڌاري لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ عملي ڪردارن کي پنهنجو ڪيترو آئيڊيل بڻايو؟ انسانيت جي آخري آسماني دستور قرآن مان ڪيتري اثر پذيري حاصل ڪئي، جنهن سان اوهان پنهنجي تخليقي حقيقتن ۽ مقصدن جو شعور حاصل ڪري سگهو. جنهن سان اوهان انساني ڪمزورين جو ادراڪ ڪري منافقتن کان بچي سگهو. نفاق جو مرڪز به اها دل ئي هوندي آهي. ماٺهو جڏهن بي عملين، سازشن ۽ غدارين جي رستي جي چونڊ ڪندو آهي ته اهو دماغ جي خرابي يا اڪين جي ويهجي وڃڻ کان ائين ڪونه ڪندو آهي، بلڪ سندس سيني ۾ موجود دل انڌي ٿي ويندي آهي ۽ پوءِ هن کي پنهنجي ڪائنات لٽجڻ جو احساس ئي نه رهندو آهي. ذهنن ۽ ضمير جي انهيءَ ڪائنات کي بچائڻ جي لاءِ اوهان کي سياسي ۽ سماجي وابستگين کان اڳ ۾ هڪ بي وابستگي گهرجي پئي، جنهن ۾ توهان پنهنجي سماج ۾ وڏن مقصدن جي لاءِ پنهنجي خلقطهار سان پنهنجي بندگي ۽ محبوبيت نيائڻ جا عهد و پيمان ڪري سگهو. اها ئي هڪ وٿ هئي جنهن سان اوهان انساني ڪمن جي لاءِ حوالگيءَ واسطي مضبوط ارادي ۽ عزم جي ضرورت پوري ڪري سگهيا پئي. اوهان جڏهن ان حاصلات کان محروم رهيا ته پوءِ اوهان پنهنجي زندگيءَ ۾ عمل جي لاءِ ارادا ته خوب ڪندا رهيا پر گهٽو ڪري ڳالهيون اوهان کان وسرنديون رهيون. اوهان جي دل اندر ڪم ڪرڻ جون خواهشون موجود هيون ته هيئن به ڪجي ۽ هوئن به ڪجي. پر انهن خواهشن کي عملي جامون ڏيڻ جي لاءِ جنهن عزم جي ضرورت هئي، ان جي اوهان وٽ اٺموند هئي. جڏهن اوهان جا اعليٰ مقصدن سان پاڻ ارپڻ وارا محرڪ ڪمزور رهيا ته پوءِ اوهان مان ڪيترا اهڙا جوان منظر تي آيا، ويا جن پنهنجي سرگرمين کي معاوضي ۽ معاشي حاصلات سان مشروط

ڪري ڇڏيو ۽ ڪيترن تہ مقصد ئي پئسي کي بڻائي ڇڏيو. پر اوهان سيني ڏنو تہ هن سماج ۾ انهن ماڻهن کي پٽ ڪوهہ ۾ لونجهہ ڪانسواءِ حاصل بہ ڇا ٿيو! انهن کي انساني ڪمن جي معاوضي ۾ فائدن جي طور تي جيڪو بہ حاصل ٿيو، ان مان ڪڏهن بہ سندن پورت نہ ٿي ۽ "اڃا بہ اڃي"، "اڃا بہ اڃي" جي هوس گيري سڄي زندگي انهن جو مقدر رهي آهي.

اوهان جڏهن مخلوق جي لاءِ پاڻ کي غير مشروط وقف ٿا ڪريو تہ جڻ پاڻ کي "الله جي عيال" جو ذميدار بڻايو ٿا ۽ الله تعاليٰ جي لاءِ اوهان جو هي گمان نهايت پڪو هجڻ گهرجي تہ هو پنهنجي عيال جي ذميداريءَ جو پلو بدلو ڏيندڙ آهي. اوهان کي ان جي بدلي ۾ ڀڪ سان پرتعيش بنگلا، گاڏيون ۽ آرام جون ٻيون سهولتون ڪونہ ملنديون، پر انهن سيني کان قيمتي سرمايو "دل جو اطمينان" يقيناً حاصل ٿيندو تہ اوهان قدرت جي منشا هيٺ انسانيت جي ارڙهن هزار سالہ سفر ۾ ذميدار زندگيءَ جي حاصلات ماڻي چڪا آهيو. اوهان کي هيءُ بہ اطمينان ٿيندو تہ اوهان جڏهن ان جي عيال جا ذميدار بڻيا آهيو تہ هو ڀڪ سان اوهان جي عيال جو ذميدار بڻبو ۽ ڀڪ سان هو بدلي ڏيڻ ۾ وڏي هوند وارو ۽ وڏو سخي آهي.

اي سنڌ جا سماجي ورڪرؤ!

اوهان مان سماجي ورڪرن جو وڏو ذهين حصو غيرسرڪاري سماجي تنظيمن جي حوالي ٿي ويجي ٿو تہ پوءِ اُتي انهن ئي اين جي اوز جي فائيلن ۾ ڀيڪوڙيل ۽ ميٽنگ جي ٽيبل جي چوڌاري ڦرندڙ ايجنڊا تي ڪم ڪري ٿو. جنهن کان پوءِ اسان جي سماج ۾ ماڻهن لاءِ انهن جي ڏکن ۽ ڏولاون کي دور ڪرڻ جي خدمتن واسطي پاڻ ارپڻ ۽ فدائيت واري جذبي سان سرشار انهن ذهين ماڻهن جي راهنما ڪردار جي کوٽ ٿي پوي ٿي. اوهان پنهنجي ذهانتن جي ڪري پنهنجي ايتري ڪفالت ضرور ڪري سگهو پيا جو ڪڏهن دال مانيءَ ۽ ڪڏهن مڇي مانيءَ تي گذارو ڪري پئي سگهيو ۽ پنهنجي ارپنا جون سڀ صلاحيتون ماڻهن ۾ سماجي تبديليءَ جي تحريڪ تي صرف ڪري ڇڏيو ها. پر جيڪڏهن اوهان ائين نہ ڪري سگهيؤ تہ اين جي اوز ۾ وڃڻ کانپوءِ اتي جون سٽيپون پگهارون سچ پچ تہ اوهان جي لاءِ وڏي آسيس بڻيل هيون. پوءِ ٿيڻ هيئن گهربو هو تہ اوهان ان قسم جي معاشي بي فڪريءَ کانپوءِ آسانيءَ سان هڪ وڏي سماجي تبديليءَ جي تحريڪ جو حصو بڻجي وڃو ها. اوهان پنهنجي صلاحيتن کي گهٽڻ رخن ۾ سماجي تبديليءَ جي سرگرمين ۾ صرف ڪريو ها پر ايئن بنهہ گهٽ ٿيو ۽ اوهان مان اڪثريت اهڙن ماڻهن جي هئي جن سماج جا مثالي ورڪر بنجڻ بجاءِ اين جي اوز جا انجنيئرڊ ورڪر رهڻ تي اڪتفا ڪيو. نتيجي ۾ بدقسمتيءَ سان اوهان مان ڪوبہ اوڌو داس ۽ گدومل ڏيارام جي اسپرٽ جو ماڻهو هن سماج کي

ڪونہ مليو. مسڪين جهان خان کوسي جهڙي ديوانگي بہ اوهان مان گهٽ ماڻهن جو وڙ نہ ٻڌجي سگهي. ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ مولوي نذير حسين جتوئي جهڙا بي لوث ڪردار بہ وڏيڪ ڪونہ نسريا.

اي سنڌ جا سياسي ۽ سماجي ورڪرؤ!

دنيا اندر تبديليءَ جي وڏين تحريڪن پنهنجي اعتماد ۽ عمل جي پروسي کي موثر سماجي ڪمن جي ذريعي عوام جي دلين ۾ راسخ بڻايو ۽ پنهنجي مثالي عملي ڪردار سان انهن ماڻهن پاڻ کي سماج جو محسن ثابت ڪرايو. پوءِ انهيءَ احسان ۽ اعتماد جي بدلي ۾ ماڻهن پنهنجا ذهن انهن تحريڪن جي حوالي ڪري ڇڏيا، پنهنجي دلين جا دروازا انهن ورڪرن جي لاءِ کولي ڇڏيا ۽ پنهنجين وابستگين جي سرجوشيءَ ۾ پنهنجي مال، پنهنجي جان ۽ پنهنجي ٻچن جي قربانين جا نذرانا پيش ڪرڻ کان بہ ڪين ڪيٻايو. ليڪن اوهان هتي سٺ سالن جي اندرا ماڻهن جي مالڪي ۽ سهائتا جي لاءِ سرگرم ۽ پرجوش تنظيم ڪاري ۽ تحريڪ سازي تہ نہ ڪري سگهيا. پر ايڏي سينٽر جهڙيون خدمتون بہ اوهان کان اوس پري رهيون. حماس ۽ حزب الله جهڙيون سياسي ۽ سماجي صف بنديون تہ ناممڪنات ۾ رهيون پر هڪ بنگالي پروفيسر جي ڪوشش جيتري گرامين بينڪ بہ ارهان لاءِ حسرت جو سامان رهي. اوهان جي انهن حسرتن ۽ ٽڏن شوڪارن ۾ اسان جا "مارو ويچارا ڪلندي رات ڪچي ويا." واري ڪيفيت تي وجي پهتا.

اي سنڌ جا سياسي ۽ سماجي ورڪرؤ!

اوهان روزانو صبح جي اخبارن ۾ سنڌ جي غريب نياڻين ۽ ابهم معصوم ٻارڙن جي عصمتن جي پائمالي جون خبرون پڙهو ٿا. اوهان جي معلومات ۾ اضافو ٿئي ٿو. انتقام، ڪوڙي غيرت ۽ قبيلائي انائن جي ورچڙهيل خونن سان ڪيترن نياڻين ۽ ابهم ٻارن جي يتيمي ۽ عورتن جي بيواهگي پڙهو ٿا. اوهان جي خبريت پختي ٿئي ٿي. ڏاڍن جي ظلم ۽ ستم جي نتيجي ۾ ڪمزورن جي ڪرب جون خبرون بہ اوهان پڙهو ٿا. اهي بہ انهن ماڻهن جي بدقسمتيءَ جو روڳ سمجهي نظر انداز ڪري ڇڏيو ٿا. وحشت پٺي جي سنگين ترين واقعن تي بہ اوهان جي ياران مجلس ۾ ان وقت تي رسمي ڏک جي اظهار بازي ٿئي ٿي ۽ وڏ ۾ وڏ اوهان جي سرگرمي اها آهي جو ڏک جي ان وچايل تڏي تي وڃي پنهنجي همدرديءَ جو اظهار ڪري موٽي اچو ٿا. اهو سالن کان ٿيندو پيو اچي پر اوهان جو ردعمل فيصلہ ڪن مرحلي تائين نٿو پهچي. اوهان جي اندر جيڪڏهن عوام لاءِ درد ۽ ڪرب جي ڪابہ چٽنگ دکندڙ آهي تہ سالن پڄاڻان بہ اها شعلو ۽ جوالا مکي نہ ٻڌجي سگهي آهي. نتيجي ۾ نہ نياڻين ۽ ابهم ٻارڙن جي عصمتن جي سوداگرن کي ان جوالا مکيءَ جو تاءُ ساڙي سگهيو ۽ نہ ظلم ۽ ڏاڍ جي سرڪش پيشہ ورن جو گهيراءُ ٿي سگهيو.

وياج خورن جا ڪٽڪ سنڌين جي غربت بيوسي ۽ حال هيڻائيءَ جو ناجائز فائدو ونئي وڏي آزاديءَ سان خاندانن جا خاندان تباهه ڪندا رهيا پر انهن کي سڄي ڌرتيءَ تي ڪو به عبرتناڪ چئلينج سامهون ڪونه آيو. انسانيت جا دشمن زندگي بچائيندڙ دوائن ۾ جعل سازيءَ کان وٺي زندگيءَ جي سڀني شعبن ۾ اسان جي ماڻهن سان دوکيبازيون، فراڊ ۽ انياءَ ڪندا رهيا، سي سڀ جو سڀ آرام سان انهن کي ڦٻندا رهيا ليڪن انهن کي هن ڌرتيءَ تي پنجن يا پنجاهه ماڻهن جي پاران عبرتناڪ انجام جو ڪو به ردعمل سامهون نه آيو. ائين ڌرتيءَ جو هي خطو هڪ طرف غريبن ۽ ڪمزورن جي لاءِ بيوسي ۽ ڪربناڪي جي ڪربلا بڻجي ويو ۽ ٻئي طرف لوفرن، ظالمن ۽ استحصالين جو آماجگاهه بڻجي ويو. رياست کي اسان جي تباهيءَ لاءِ اهڙي سماجي ابتري گهربل هئي، سا ان باهه تي تيل هاريندي رهي ۽ اسان ان سماج کي وڪوڙيل خطرناڪيءَ جي احساس کان به غافل ٿيندا وياسون.

اسان جي سنڌي سماج کي جڏهن رياست جي ڪا به سهڄاڻپ حاصل ڪانهي ته ان وقت اها سهڄاڻپ ۽ دردمندي هن قوم جا سڀ موثر طبقا گڏجي ڪندا ته ڪا مالڪي ٿي پوندي. ماڻهن جي ضمير کي بيدار ڪري انهن کي اجتماعيت سان مزاحمت لاءِ تيار ڪرڻ، انتهائي ردعمل سان شرافت جي لٽيرن کي پنهنجي انجام تي پهچائڻ ۽ هڪٻئي جي سهائتا سان سماجي انصاف جي فراهمي لاءِ هتي ديوانن جون نرسريون آخر ڪير پوکيندو؟ ظاهر آهي ته عالم، دانشور، استاد، سياستدان ۽ هوند وارا سڀ گڏيل طور اهڙين نرسرين جي پوکڻ جا ذميوار آهن، ليڪن ان پوکائي کي فصل تائين رسائڻ جي وچ جون سموريون سٽايون پيدا ڪرڻ اوهان سياسي، سماجي ورڪرن جو وڏ ۾ ذميواري آهي. اوهان کي پنهنجي ڌرتي ۽ سماج جي ٿيل پيل جو شعور به آهي ۽ پنهنجي ماڻهن سان ٿيندڙ انهيءَ ڏاڍ ۽ ناانصافين تي خارکائڻ جي ڪري اندر ۾ اڻ تڻ به موجود آهي اوهان کي رڳو ان شعور کي پنهنجي عمل جو شعلو بڻائڻو آهي. ان اڻ تڻ کي دائمي ڪرب بڻائڻو آهي ۽ ان امنگ کي پنهنجي ديوانگيءَ جي صورت ڏيڻي آهي.

جيڪڏهن اوهان اهو عزم نتا ڪري سگهو ۽ پاڻ کي رسمي سياسي ۽ سماجي ورڪر بڻائي مڙيئي زندگيءَ جي گاڏي کي گهلي رهيا آهي ته پوءِ اوهان پاڻ ته سخت بي انصافيءَ جو شڪار ٿي رهيا آهيو پر پنهنجي نسلن کي به بدترين مستقبل ڏانهن ڌڪي انسانيت ۽ ڌرتيءَ جي مجرمن ۾ پنهنجو شمار ڪرائي رهيا آهيو. هي ڳالهه پوري شرح صدر سان سمجهي وٺو ته جيڪڏهن ڌرتيءَ جي ڪنهن به ڪمزور ۽ مسڪين کي ڏاڍ، ناحق ۽ ناانصافيءَ سان ماريو ويجي ٿو، ان جي پنجن ائن ٻارن کي يتيمي ۽ ان جي عورتن کي بيوسيءَ جي داغن سان ڏنيپيو ويجي ٿو ته انهن جي اها يتيمي ۽ بيوسي سماج جي سڀني محفوظ ماڻهن جو درد ۽ ڪرب

هٿڻ گهرجي ۽ ان جي رد عمل لاءِ سيني چوڌاري ماڻهن جي پنهنجي مزاحمت هئڻ گهرجي. جيڪڏهن اها مزاحمت سامهون نٿي اچي ۽ اوهان پاڻ کي لاتعلق ٿا رکو ته پوءِ اوهان جي پنهنجي محفوظ زندگين جي به ڪا ضمانت ڪونهي ۽ پوءِ اوهان جو خدا به اوهان کان لاتعلق ٿي ويندو. جڏهن خدا ڪنهن زندگيءَ مان نڪري وڃي ته پوءِ انهيءَ کان وڌيڪ ڇوڙو ڇنو ڪير آهي؟ پوءِ رڳي نڌڻڪائي آهي ۽ ماڻهو بي واهو آهي، جنهن کي جڏهن به وٽي ته بيماري جهپڙ هٽي ليٽائي رکي، ڪڏهن به ڪا اوچتي مصيبت ڪڙڪي ۽ ڪڏهن به سندس جان جوکم ۾ پوي. اهڙي طرح هڪڙي غريب ۽ بيوس ماڻهوءَ جي نياڻي پنهنجي گهر ۾ ان علائقي جي لوفر ۽ ڏاڍن ماڻهن جي هوس گيرين جو نشانو بڻجي ۽ پنهنجي روح رهڙجي وڃڻ سبب شديد ڪرب مان گذرندي، تڙپندي تڙپندي شڪارين جي هٿان بيوسي جو شڪار ٿي وڃي ته اها هن سماج جي سيني شريفن جي پنهنجي نياڻيءَ جو درد ۽ ڪرب، راڙو ۽ رنڀ هئڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن غيرتمندي جو سوال آهي ته سيني جي غيرت بيدار ٿيڻ کپي. جيڪڏهن ڪنهن مسڪين جي نياڻيءَ جي درد ۽ ڪرب تي اوهان جي غيرت نٿي سجاڳ ٿئي ۽ خدا جي ڪمزور مخلوق کان پاڻ کي لاتعلق ٿا رکي ڇڏيو ته پوءِ اوهان جي نياڻين جي عصمتن جي تحفظ جي به ڪا ضمانت ڪونهي ۽ پوءِ خدا اوهان کان به پاڻ کي لاتعلق رکي ڇڏيندو.

محسن انسانيت ﷺ جو فرمان آهي ته" هڪ بستيءَ جا ماڻهو ڪائي پي پيٽ پري سمهي پيا ۽ ان بستيءَ جو ڪو هڪ ماڻهو بکيو رهيو ۽ وسنديءَ وارن ان جي خبر ئي ڪونه رکي ته الله تعاليٰ ان بستيءَ جي مٿان انهيءَ رات پنهنجي حفاظت جو هٿ مٿي کڻي ڇڏيو." هاڻي اها بستي بي واهي آهي ۽ ان جا ماڻهو ڇورا ڇنا آهن. وٽي ته ان بستيءَ تي ڪاهيندڙ ڪاهي اچن. وٽي ته ان بستيءَ کي ڪو وائرس وٺي، وٽي ته ان بستيءَ کي لوڏن سان لوڏي ڌرتي پنهنجي تپش ظاهر ڪري ۽ وٽي ته ان بستيءَ تي ڏاڍن جي ڏمر ۽ انتقام جو نزلو ڪري!

جنهن بستيءَ ۾ ويلن جا ويلا ڪيترن گهرن ۾ ڪُني ڪونه چڙهي، انهن گهرن جا معصوم ماني ڳيي لاءِ رڙندا پنهنجي مائرن جي روحن کي ضربيندا رهيا. پنهنجي پيئرن جي دلين کي پڇرائيندا رهيا. انهيءَ بستيءَ جي انهن ماڻهن تي ڇا گذرندو جن پيشرفت ۽ پيشقدمي ڪري در در تي وڃي پنهنجي بستيءَ جي بکين ۽ ڏکين جو حال معلوم نه ڪيو ۽ انهن جي درد ۽ ڪرب کي ختم ڪرڻ جو بندوبست نه ڪيو هوندو! قدرت جي قانونن کي اوهان ڪڏهن ان جي موڪليل ڪتابن ۾ پڙهي ڏٺو آهي ته اهي ڪيئن ماڻهن جي عملن ۽ بي عملين جي محاسبي ۾ ماڻهوءَ جي چوڌاري ڦرندا رهندا آهن ۽ پنهنجي گرفت ۾ آڻي حساب چڪائيندا رهندا آهن.

اوهان سياسي ۽ سماجي ورڪرن کي پارٽ ٽائيم مشغلي جي بجاءِ هن دردمنديءَ جي ديس جي ماڻهن تان ڪين وڪوڙيل بيوسي ۽ غلاميءَ جي نتيجي ۾ دوکن ۽ سورن جا غلافن مٿان غلاف هٽائڻا آهن. اوهان کي هن ڌرتي جي انهن امڙين جي روحن کي ان ڪرب جي ضرب کان بچائڻ جي ذميواري سپرد ٿيل آهي جن جي ڳڀرو اولاد اميدن ۽ سهاري جي آشا بڻجڻ جي بجاءِ زنده ۽ مرده لاشن جي صورت ۾ انهن جي اڳيان اچڻ مقدر بڻجي وئي آهي. اوهان کي انهن ڀينرن جي دلين کي ڌڪاءَ ۽ مصيبتن مان گذرڻ جي امڪانن کي ختم ڪرڻو جيڪي جهالت ۽ نشي جي ور چڙهيل جوان ڀائرن جي الفتن ۽ شفقتن جي ... کان ئي بي خبر ٿينديون وڃن ٿيون. اوهان جي مٿان هن ڌرتيءَ جي ماڻهن جي ... ذميداري آهي جو رياست جي سڄاڻپ واري فرض ادائگي بہ اوهان کي نباهڻي آهي ۽ انساني، قومي ۽ ديني تعلق جي فرض ادائگيءَ جو بہ اوهان جي مٿان بار آهي. اهڙي طرح اوهان جي سماجي ڀلائي وارو عمل نہ صرف سڄي بستيءَ جي ماڻهن کي امان ۾ رکندو پر ٻين ماڻهن کي بہ اوهان اجتماعي مڪافات عمل جي سزائن کان بچائڻ جو ڪارڻ بڻبو.

اوهان جي جيتري موثر ۽ منظم سرگرمي هوندي، اوهان اوتري گهڻ مقصدي نتيجن کي حاصل ڪري سگهندؤ. اوهان جي زندگيءَ کي هڪ نصب العين ۽ هڪ اطمينان حاصل ٿيندو ۽ اهي ئي شيون ماڻهوءَ جي بامقصد زندگي ۽ آخرت ۾ مالڪ جي حضور ۾ حاضريءَ جي لاءِ وڏو سرمايو آهن.

# اي سنڌ جا پروفيشنل ماهرؤ !
## (ڊاڪٽر، وڪيل، انجنيئر وغيره)

سڄي دنيا جا پروفيشنل ماهر پنهنجي قومن جي ترقي ۽ خوشحالي ۽ پنهنجي عوام جي سک ۽ سلامتيءَ جو ڪارڻ هوندا آهن. ليڪن اوهين دنيا جي هن خطي جا واحد پروفيشنل آهيو، جن وٽ نہ قوم جي ترقي ۽ خوشحاليءَ جي شعوري سرگرمي آهي ۽ نہ عوام جي سک ۽ سلامتيءَ کي عقيدي ۽ ايمان جي حيثيت حاصل آهي.

هيءَ ڪيڏي نہ بدقسمتيءَ جي ڳالهہ آهي جو ڪنهن بہ قوم جي چونڊ پڙهيلن جي اڪثريت، زندگيءَ جي باري ۾ ڪنهن بہ نصب العين کان عاري هجي، اها ڌرتيءَ جي درد ۽ ڪرب کان بي نياز هجي ۽ انسانن جي آجپي ۽ فلاح جي اجتماعي ڪوششن کان ڪٽيل ۽ لاتعلق هجي ۽ سندن زندگيءَ جو سڄو مقصد عيش عشرت ۽ آرام واري زندگي هجي. نئين ماڊل جي ڪار، ڊرائنگ روم جي سجاوٽ وارو ڪشادو گهر ۽ تمام مهانگي فيس وارن تعليمي ادارن ۾ سندن ٻارن جي پڙهائي زندگيءَ جي ڪل حاصلات هجي.

پنهنجي ذات جي انهيءَ عيش پرستي زندگيءَ لاءِ انسانيت کي تين وال ڪرڻ جي ڪيتري بہ ڪمپرومائيز ڪرڻي پوي. اعليٰ انساني قدرن ۽ ڌرتيءَ جي مفادن تي سؤديبازي ڪرڻ کان وٺي لکين ڪروڙين غريب ديس ڌڻين جي مفادن سان لاڳاپيل مسئلن تي مصلحت اختيار ڪرڻ تائين، سيني خسيسپاين تان گذري ڪري بہ لامحدود ڏوڪڙن جي حاصلات زندگيءَ جو اولين مقصد هجي تہ پوءِ چڱائي جو باقي آسرو ڇا ٿو رهي!

### اي سنڌ جا پروفيشنل ماهرؤ!

هن دنيا ۾ اوهانجو دولت ڪمائڻ جو خيال ملعون ڪونهي، ليڪن اوهان کي جيتري دولت گهرجي ٿي ۽ جنهن اسٽينڊرڊ تي پنهنجي زندگيءَ کي بيهارڻ گهرو ٿا، ان جي حاصلات لاءِ اوهان جي پروفيشن جي چونڊ غلط آهي. اوهان ڊاڪٽر، وڪيل، انجنيئر ۽ استاد بڻجي جڏهن عيش ۽ آرام پسنديءَ جي

لامحدود ۽ بي ڪنار زندگيءَ کي ٽارگيٽ بڻايو ٿا تہ اوهان جا مريض، اوهان جا ڪلائينٽ، اوهان جا وزيٽر ۽ اوهان جا ڌرتيءَ ڄاوا بيحد پوڳنائن مان گذرن ٿا.

اهي ڌرتيءَ ڄاوا ماڻهو جيڪي اڳ ۾ ئي رياست جي نڌڻڪائيءَ جي ڪري ڪيترن عذابن ۽ اهنجن مان گذاريا وڃن ٿا، اوهان جي پيٽ پرستي واري روبي جي ڪري ويتر احساس محروميءَ جي ڌٻڻ ۾ گچندا ٿا وڃن. اوهان. انهيءَ قسم جي عيش واري زندگيءَ لاءِ جيڪڏهن ڪاروبار، صنعتڪاري، سٽي بازي ۽ مٿاسٽا جي انيڪ قسمن مان ڪنهن هڪ جو انتخاب ڪري ان کي حاصل ڪري وجهو ها تہ اوهان جي لامحدود دولت واري حاصلات تي ڪنهن کي بہ ارهائي ڪونہ ٿئي ها، پر اوهان جي پاران خالص انساني خدمتن کي پنهنجي ترقيءَ جي ڏاڪڻ بنائڻ واري رجحان اسان جي سماج جا ترا ڪيڏي ڇڏيا آهن. انهيءَ سان هڪ طرف اوهان پروفيشنل تعليم حاصل ڪندڙ سماج جي ذهين ڪان ذهين ماڻهن جو وڏو تعداد جڏهن پنهنجي شعبن ۾ وڃي ٿو تہ پوءِ پنهنجي عيش عشرت جي ٽارگيٽ جي حاصلات ۾ پنهنجي ذهانتن جو ڀرپور فائدو سماج کي ڏئي نٿو سگهي. ٻئي طرف انهن پروفيشنلز جي لونجهہ ۽ لوڀ جي ڪري عوام جي وڏي پيننگ الڳ ٿيندي رهي ٿي.

اوهان مان ڊاڪٽرن، وڪيلن ۽ ڪامورن سنڌي سماج ۾ اهڙا ڪرشما ڏيکاريا آهن، جو هينئر اهو سماج ڇيلهہ کي هٿ ڏيڻ ڪانسواءِ هلي نٿو سگهي. اوهان مان ڪيترا ماڻهو هئا جيڪي پاڻ کي پنهنجي ضمير ۽ خدا ڏانهن جوابده سمجهي پنهنجي لامحدود عيش عشرت جي زندگيءَ کي نوڪر هٽي ڌرتيءَ ڄاون سان انصاف ۽ احسان جي هلت هلي پنهنجي خمير جي تقديس جو حق نباهي ويا. ليڪن 80 ۽ 90 جي ڏهاڪن ڪانپوءِ جڳاڙ بازي ۽ پيداگيريءَ جو اهڙو واءُ گهليو جنهن هن سماج جي اڻ پڙهيل ۽ اڌ پڙهيل جڳاڙين کي جڏهن پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو تہ اوهان پڙهيلن جي وڏي تعداد بہ انهن جي عيش پرستيءَ جو ديوانو بڻجي پاڻ کي ساڳئي وهڪري ۾ وهائي ڇڏيو.

ان وهڪري ۾ وهندي اوهان کي اهو احساس بہ نہ رهيو تہ هن ديس جي عوام جي مٿان مسلسل ڌاريئن اقتدار جو تسلط نقاب ويڙهي پنهنجي ڏاڍ ۽ ڦرلٽ جا هزارين حيلا هلائي رهيو آهي ۽ اوهان پنهنجي عيش پرستانہ زندگيءَ جي حصول ۾ اڪيون ٻوٽي ان ڏاڍ ۽ ڦرلٽ ۾ حصيدار بڻجي رهيا آهيو!

اوهان سيني سان هڪ نفسياتي پرابلم لاحق ٿي ويو تہ اوهان پنهنجي پنهنجي پروفيشن کي خدا جي مخلوق لاءِ سهنجايون پيدا ڪرڻ جي ذميداري سمجهڻ جي بجاءِ ان کي وڏماڻهپ ۽ سماجي طبقاتي برتريءَ جو ڪارڻ سمجهيو. انهيءَ ڪري اوهان پنهنجي زندگيءَ لاءِ اعليٰ اسٽيٽس جي چڪر ۾ هر قيمت تي دولت جي حاصلات جا هيراڪ بڻجي ويا. انهيءَ هير اوهان کي ڪٿي بہ اڪتفا

ڪرڻ ڪونہ پئي ڏني. لک مان بہ لک ۾ ڏهن مان ويهہ لک ناهڻ، هڪ پلاٽ جي بدران پنجن پلاٽن جي حاصلات، گهر ۾ ڪاٽيج ڪانپوءِ لگزري بنگلي جو ٽارگيٽ، ان ڪانپوءِ ان بنگلي جي اميراڻي سجاوٽ جي منصوبابندي ۾ پنهنجي ٻارن کي ملڪ کان ٻاهر پڙهائڻ جو خبط هميشه اوهان جي اعصابن تي سوار رهيا. پوءِ اوهان جي سڄي زندگي، جهنم جي پيٽ وانگر "هل من مزيد" "اڃا پيي اڃي" ۾ "اڃا پيي اڃي" جو نمونو ٿي رهجي ويئي.

## اي سنڌ جا ڊاڪٽرؤ !

وڏماڻهپ ۾ طبقاتي برتريءَ جو نفسياتي پرابلم ۾ ان جي چڪر ۾ دولت جي لوڀ ۾ پروفيشنلز ۾ سڀني کان وڌيڪ اوهان جي زندگيءَ جو وطيرو بڻجي وئي. وڏماڻهپ کي ڇهڻ لاءِ دولت اوهان کي هر قيمت تي گهرجي پئي. ان ڪري اوهان سيمپل جون دوائون مريضن کي وڪرو ڪرڻ ۾ بہ ڪو عيب ڪونہ سمجهيو. اوهان کي دوائن جي نمائندن کان ڪميشنون گهرجن پيون. انڪري اوهان پنهنجي مريضن کي بہ نمبر دوائون لکي ڏيڻ کان بہ ڪونہ پئي ڪيٻايو ۾ ان ۾ اوهان اهڙا انڌا ٿي پئي ويا جو جان بچائيندڙ دوائن ۾ بہ اوهان ساڳي ڪرت پئي اختيار ڪئي. اوهان کي گهر جي سجاوٽ جا تحفا هر حالت ۾ گهرجن پيا. اتفاق سان جيڪڏهن اوهين ديندار هئا تہ اوهان کي عمري جون ٽڪيٽون بہ گهرجن پيون ۾ اوهان مان ڪيترا ڊاڪٽر هئا جن ميڊيڪل ريپريزنٽيٽوز کان انهن جي ٻہ نمبر دوائن کي رواج ۾ آڻڻ جي بدلي عمري جون ٽڪيٽون وٺي عمرا پئي ڪري آيا ۾ جن کي عمري جي ٻاڙ نہ هئي تہ انهن پنهنجا پيا شوق شغل پئي انهن نمائندن کان پورا ڪرايا. پنهنجي ڪلينڪ جي ٻاهران ميڊيڪل اسٽور کولائي، مريضن کي ڳرين قيمتن جون هاءِ ڊوز دوائون رڳو انهيءَ ڪري معمول بڻايون ويون تہ انهن جي قيمت مان هڪ مقرر پرسنٽيج ڊاڪٽر صاحب جو حصو پئي بڻيو. ڪن ميڊيڪل سينٽر کولي، جڻ اُتي دولت ميڙڻ جون ڏانداريون رکي ڇڏيون. غيرضروري طور مريضن کي آپريشن ٿيئٽر ۾ پڄائي ۾ سينٽرن ۾ ترسائي بلن کي ڊگهو ڪرڻ کان وٺي صحت ۾ علاج جي اصولن کي يڪسر نظر انداز ڪري پنهنجي ڪمائي جي شرح وڌائڻ، مريضن کي سخت درد ۾ ڪرب جي باوجود انتظار جي عذاب مان گذارڻ، ڪنهن مسڪين وٽ وسيلن جي اڻهوند جي ڪري سندس علاج ۾ بي رخي ڏيکارڻ ۾ سنگين مرض ۾ وڪوڙيل مريضن کي فوري طبي امداد ڪانپوءِ ڪنهن اسپيشلسٽ ڏانهن ريفر ڪرڻ بجاءِ پنهنجي بل کي هر حال ۾ سگهارو بنائڻ جهڙا ڪارناما ڪيترن ئي ڊاڪٽرن جي روزاني زندگيءَ جو عام وهنوار بڻجي ويا.

مريضن جي بنا مهارت چير ڦاڙ انهن جي درد، اهنج ۽ مرض تي بغير تشخيص دوائن جي طبع آزمائي ائين عام معمول بڻجي ويو جڻ انسان اشرف المخلوقات تي نـ پر ڍورن جي مٿان اها طبع آزمائي ٿيندي هجي.

سنڌ وطن، جتي ڄا غريب ۽ مسڪين ماڻهو، ويساهہ ۽ احترام ۾ ٻڌل ماڻهو، آٽين ۽ چاڙهين جيترا وسيلا رکندڙ ماڻهو، ڪڏهن پنهنجي گهر جي سڄي ميڙا چونڊي ڪري، ڪڏهن پنهنجي ٻچن جي رزق لاءِ ٻيماريل ٻڪري وڪڻي، ڪڏهن گُنديءَ ۾ رکيل ڇهن مهينن جو اَن وڪڻي ۽ ڪڏهن پنهنجي نياڻين جي ڏاج لاءِ پاڇي ڪري رکيل چند رپيا کڻي ڊاڪٽرن وٽ پهچن تـ انهن جي لاءِ هر مريض ”ڪُل جا سر سم“ هجي. هي ڪاسائڪو مزاج رکندڙ ”مسيحا“ انهن غريبن جي منهن تي بيوسي ۽ ناداريءَ جون ريکائون بہ پڙهي نـ سگهن! مريض ڪهڙي بہ عذاب ۽ مرض ۾ ورتل هجي، ان تي بہ نمبر دوائن سان طبع آزمائيءَ جو آغاز ٿيندو ۽ پوءِ مرض ڪڏهن انجام تي پهچڻ جو نالو ئي نـ وٺندو. غريب جي گُنديءَ مان اَن ختم، گهر جي ميڙا چونڊي ختم، بہ چار ٻڪريون چٽ ۽ هاڻي غريب پنهنجي ٻچڙن لاءِ تمام ڳري وياج تي پئسا کڻڻ شروع ڪندو. ٻئي پاسي، ان جي نتيجي ۾ ڊاڪٽرن جي گهر ۾ عيش جي زندگي جهمريون پائڻ شروع ڪري ڏنيون. انهن جا پلاٽن پنيان پلاٽ ٺهڻ شروع ٿيا ۽ اولاد اعليٰ اسڪولن جي تعليم کانپوءِ ديارِ غير مان ڊگريون وٺڻ جي اهل بڻجي ويو، ليڪن غريبن جي مٿان ڪهڙي قيامت گذري. گُنديءَ ۾ رکيل داڻا ختم ٿي وڃڻ کانپوءِ ڪيئن انهن جي گهر ۾ ويلاڪشي ٿيڻ لڳي. نياڻيءَ جو ڏاج ختم ٿيو تـ وري ان ڏاج جي بندوبست جو ڪو آسرو ئي نـ جڙيو. وياج تي کنيل رپين وياج مٿان وياج بڻجي هزارن جي شڪل اختيار ڪئي. روزانو شام ٿيڻ تي سڄو غريب خاندان هڪ ٻئي کي پنهنجي بيوسي ۽ لاچاري وچان تڪيندي مجبورين جي ڪرب ۾ زندگيءَ کي موت وانگر ننڊ جي حوالي ڪندو آهي ۽ صبح جو وري نئين سر ڪرب ۽ عذاب ۾ پيڙهجڻ جي لاءِ ان خاندان کي وري جيئڻو پوندو آهي. ائين هزارين خاندان هن ڌرتي تي روز شام جو مرن ٿا ۽ صبح جو وري نئين سر سورن ۽ عذابن سهڻ لاءِ جيئرا ٿين ٿا.

اوهان مان ڪيترا ڊاڪٽر آهن جيڪي سرڪاري اسپتالن ۾ انساني خدمات جي اهم ڊيوٽيءَ جا چور آهن. سنڌ جا ويچارا غريب ماڻهو غربت جي ڪري جڏهن سرڪاري اسپتالن جو منهن ڪن تـ اتي اُنهن ڊاڪٽر جي عدم دستيابي ۽ علاج توڙي دوائن جي اڻهوند جي ڪري اهنجن ۽ تڪليفن مان گذرن. اوهان پنهنجي معتبر حيثيت جي ڪري دوائن ۽ سهولتن جي سرڪاري رسد گهٽ هئڻ جي صورت ۾ پنهنجي چوڌاري هوند وارن کان انهن سهولتن لاءِ مدد وٺي سگهيا ٿي، ليڪن اوهان جي غرضن ۽ مطلب پرستيءَ اوهان کي اهڙين عظيم چڱاين

جي سوچ کان محروم ڪري ڇڏيو. اوهان جو ماڻهپو، اوهان جو ايمان ۽ اوهان جي مريادا مان ڪا هڪ به خوبي زنده نه هئي جيڪا اوهان کي پنهنجي ڌرتيءَ ڇاون مجبور ۽ بيڪس ماڻهن سان پنهنجي غير مشروط محبتن جي ذريعي ڳنڍي سگهي. ۽ اوهان کان عظيم مقصدن جي لاءِ ڪي مهم جوبون ڪرائي سگهي.
اي سنڌ جا ڊاڪٽرؤ!

انسانيت کي پنهنجي هزارين سالن جي سفر ۾ قرآن مجيد جهڙو انساني فلاح جو عالمگير آخري منشور مليو، جنهن جي آڌار انسانن کي پنهنجي عملي زندگيءَ سان پنهنجي خدا جي رضا ۽ ان جون قربتون حاصل ڪرڻيون آهن. اوهان کي پنهنجي پروفيشنل مهارتن جي ذريعي قدرت هيءُ موقعو نصيب ڪيو هو ته اوهان ان جي بندن جي مسيحائي واري عملي زندگيءَ ذريعي پنهنجي خدا جي قربتن کي پائي وٺو. اوهان ڊاڪٽرن جي عملي زندگيءَ جو تعلق نسورو خدا جي مخلوق جي اهنجن ۽ ايذائن کي هٽائي کين عافيت ۽ سلامتيءَ ۾ وٺي اچڻ هو ۽ اهڙي عملي زندگيءَ سان اوهان کي پنهنجي انساني مرتبن کي ترقي وٺائڻ ۽ مالڪ جي قربتن ۾ اچڻ جا ڀرپور موقعا هئا. خدا جي تخليق ڪيل انسان اشرف المخلوقات جي جسماني نظام ۾ پيدا ٿيل پيچيدگين کي سنواري الله تعاليٰ جي تخليقي نظام ۾ بندگي ۽ خلافت جي منصب ادائيءَ جي عظيم حاصلات جا اوهان کي اڻ ڳڻيا موقعا هئا.

ليڪن اوهان مان اڪثريت ڊاڪٽرن جي اهڙي هئي جن کي انسانيت جي اعليٰ آدرشن کي پائڻ لاءِ نه ڪا جستجو هئي، نه ڪا ضرورت هئي. اوهان لاءِ اوهانجو پروفيشن صرف ۽ صرف دولت ڪٺي ڪرڻ جو ذريعو هو ۽ اوهان خدا جي بندن جي اهنجن ۽ ايذائن ۾ پنهنجي عيش ۽ آرام جي زندگيءَ کي تلاشي ورتو هو.

ڇا ته اوهان جي ذات ۽ شخصيت کي قدرت اوهان جي پروفيشن جي ذريعي ترقي وٺائڻ جو موقعو عطا ڪيو هو ۽ ڇا ته اوهان انتخاب ڪيو پنهنجي ذات کي پستين ۾ ڪيرائڻ لاءِ! ان انتخاب اوهان جي شخصيت ۽ اوهان جي ذات کي وقتي عيش ۽ آرام پسنديءَ جي زندگي ته عطا ڪري ڇڏي ليڪن جيڪي محروميون اوهان جو مقدر بڻيون، اوهان کي پنهنجي آرام پسند زندگيءَ ۾ ان تي سوچڻ جو موقعو ئي ڪونه پئي مليو.

اوهان مان ڪيترا اهڙا هئا جن رسمي مذهبيت ۾ پنجن وقتن جون نمازون به پئي پڙهيون ۽ وقت اچڻ تي عمرن پنيان عمرا به پئي ڪيا ليڪن اوهان وٽ انهن نمازن جي صرف ايتري ضرورت هئي جو اوهان نماز جي وضوءَ ۾ پنهنجون خطائون ڌئاري ۽ ڇٽائي اچڻ جو پنهنجي نفس کي اطمينان ڏيو ۽ نمازکانپوءِ جي دعا ۾ پنهنجي دولت جي واڌاري لاءِ الله جي برڪت شامل ڪرائڻ جو پروانو حاصل ڪري اچو ۽ پوءِ ساڳي طرح پنهنجن ڏنڌن ۾ وري شروع ٿي وڃو. ائين "رند کے رند رہے، پارسائی بھی نہ گئی" جو پٽو مزو وٺڻ اوهان جو ڪمال هو.

## اي سنڌ جا وڪيلؤ!

اوهان کي ماڻهن جي بنيادي انساني حقن ۽ انهن جي حاصلات جي جيتري ڄاڻ آهي، اوهان ان ڄاڻ جو مجموعي طرح سنڌي سماج کي فائدو ڪونه رسائي سگهيا آهيو. اوهان مان جيڪي وڏا ۽ ناليوارا وڪيل آهن انهن ڪڏهن به سنڌ ۾ وڪيلن جو اهڙو سنڊيڪيٽ ڪونه جوڙيو آهي جيڪو سماج جي ڏاڍن ۽ ظالمن هٿان ظلم جو شڪار ٿيندڙن جي دادرسي ڪري سگهي. سنڌ ۾ ڪنهن وڏي قانوني سهائتا جو عمل پنهنجي جاءِ تي پر اوهان مان ڪنهن انصار برنيءَ جيتري قانوني سهائتا جو عمل به ڪونه ڪري ڏيکاريو آهي. اوهان مان وڏن وڪيلن کي ساڳيو ئي پروفيشلز وارو وڏماڻهپ، طبقاتي برتري ۽ عياشيءَ واري زندگيءَ جو وائرس وچڙيل آهي. ان طبقاتي برتريءَ واري عياشيءَ جي زندگيءَ جي حاصلات لاءِ اوهان مان ڪيترن پنهنجي پروفيشن سان ٺڳيون ۽ مڪاريون ڪيون آهن سي به خدا جي ڪتاب ۾ محفوظ آهن. ڪنهن غريب جو ناحق خون ٿيو، ان جا اصيل اوهان وٽ پهتا، اوهان جي چانديءَ ٿي. غريب مقتول جي ڪيس ۾ قاتل جي طرفان سٽيي آفر تي سچي ڪيس جو ٻيڙو ٻوڙڻ جا قصا سنڌ جي مهان ۽ ناليوارن وڏن وڪيلن جي ڪاتي ۾ جيئن گردش ڪند ارهيا آهن. عوام انهن کي پنهنجي ذهنن تان ميساريو ڪونهي. ان جو اصلي حساب ڪتاب ته الله جي عدالت ۾ ٿيڻو آهي، ليڪن غريب عوام جي ضربيل روح مان نڪتل آهون به هميشه اوهان جي پيڇي ۾ رهيون آهن ۽ انهن آهن اوهان جي زندگيءَ ۾ سک ۽ سلامتيءَ جو ماحول پيدا ٿيڻ نه ڏنو آهي. پر اوهان ڇاڪاڻ جو عملن جي مڪافات جا مڃيندڙ ئي نه آهيو ته پوءِ دوائن ۽ داسين جي عياشيءَ تي مڙوئي زندگيءَ جي گاڏي کي گهلي رهيا آهيو.

حيرت جي ڳالهه وري هيءَ آهي جو اوهان جهڙن وڏن وڪيلن مان ڪي وري سياست جي ميدان ۾ سنڌي ماڻهن ۽ سنڌي سماج جي لاءِ پاڻ کي بي چين ۽ بي هوش باور ڪرائي مهانتائن جا مزا الڳ وٺڻ جي ڪوشش ڪندا پئي رهيا آهن. هڪ طرف عوام جا سياسي هيرو ۽ ٻئي طرف وري پنهنجي پروفيشن ۾ اوهان سڱين سٽين قاتلن جا ڪيس ڪٽڻ لاءِ به هر وقت ڪوشان رهندا آهيو. توڙي جو ڪيترن ئي معاملن ۾ اوهان کي يقيني طور معلوم هوندو آهي ته ڪير ظالم آهي ۽ ڪير مظلوم آهي. اوهان انساني حقن جا چيمپين هوندي به اهڙي بچاپڙائپ کي پروفيشلزم جون ٽوٽيون ڏيئي جائز ڄاڻائيندا رهيا آهيو.
اي سنڌ جا وڪيلؤ!

اوهان هن جڳاڙي رياست جي جڳاڙن ۽ ان جي ترياقن کي ڄاڻندڙ سيني کان وڌيڪ باشعور طبقو آهيو. انهي ڪري هن درد منديءَ جي ديس کي اهڙين

جڳاڙبازين ۽ انيائن کان فوري رليف ڏئي بچائڻ جوموثر ڪردار بہ اوهان ادا ڪري ٿي سگهيا. پوليس، وڏيري ۽ بدمعاش جي بدمعاشين کي منهن ڏيڻ، اوهان جي اجتماعي سگهہ آڏو بيحد آسان هو ليڪن اوهان ڪڏهن بہ هن ڌرتيءَ جي ماڻهن لاءِ پنهنجي سگهہ کي اجتماعي شڪل نہ ڏني. اوهان جي مرتبي کي هن دُنيا ۾ بہ چار چنڊ لڳي وڃن ها جيڪڏهن اوهان ڏاڍ ۽ ظلم جي ستايل سنڌ جي ماڻهن لاءِ پنهنجا سنڊيڪيٽ ناهي گڏيل جدوجهد ڪريو ها ۽ آخرت واري زندگيءَ ۾ پنهنجي مالڪ جي حضور ۾ جنهن سرخروئيءَ سان حاضر ٿيو ها تہ اوهان جي هن زندگيءَ جا ٽَڪَ ئي لهي وڃن ها ليڪن اوهان سچي زندگي پنهنجا ٽڪ هتي ئي جبر ۽ قهر ۾ قاتل ماڻهن جي ڪيسن مان لاهڻ جا خواهان رهيؤ.

اوهان جي انهيءَ ڪيسي تاڙ جي ڪري ماڻهو پنهنجي بنيادي حقن ۽ دادرسيءَ جي لاءِ قانوني ويڙهہ ڪرڻ جو رستو ئي ڇڏي ڏنو آهي. ڇو تہ هو سمجهن ٿا تہ وڪيلن جي ذريعي بہ داد ۽ انصاف جي حاصلات لاءِ مالي پينگ ٿيندي، تنهن ڪري انهن جي لاءِ پئي سُور هڪجهڙا آهن.

سنڌ سان ڪيترين ئي ناانصافيون ٿيون آهن، هڪ هڪ ڪري هر شيءِ ڌرتيءَ ڇاون جي پيرن هيٺان کسڪائي وئي آهي، ليڪن ڪنهن هڪ مسئلي تي بہ اوهان سنڌ جي وڏن وڪيلن ڪا اجتماعي ويڙهہ نہ ڏيکاري آهي. اهو بجا آهي تہ هتي قانون خود ڦورن جي گهر جي لونڊي بڻيل آهي، ليڪن ان جي باوجود مزاحمت جي ڪري جيڪو عوام کي حوصلو ملندو آهي، اوهان پنهنجي عدم تحرڪ جي ڪري عوام ۾ مزاحمت جي ان حوصلي شڪنيءَ جا مرتڪب رهيا آهيو.

اي سنڌ جا وڪيلؤ!

اسان جي ماڻهن بي حد پوڳيو آهي ۽ اوهان جو سماج سجڻ ڪردار هن وقت ظلم ۽ ڏاڍاين جي وڙ چڙهيل سنڌ جي عوام لاءِ مسيحائي جو سبب بڻبو. اوهان جو پروفيشن اوهان جي انسان دوستيءَ جي ترقي ۽ اوهان جي وقار جي ڏاڪڻ آهي. اوهان پاڻ بدلايو ۽ پنهنجي پروفيشن کي هڪ مشن ڪري ونو تہ نہ صرف هتان جي ماڻهن لاءِ پلاين جا سوين امڪان پيدا ٿي پوندا بلڪ خود اوهان جي اندر ۾ پنهنجي زندگيءَ جي بامقصد هئڻ جون مشعلون روشن پڻ ٿي پونديون.

## اي سنڌ جا پروفيشنل ماهرؤ!

اوهان سنڌ جو چونڊ پڙهيل طبقو هئا. اوهان اتو ٿي تہ سنڌ سان رياست جي سجٽائپ ڪونهي، هتان جي وسيلن جي نسوري ڦرلٽ ٿي رهي آهي، ڌرتيءَ ڇاون جي پيرن هيٺان ڌرتي کسڪائي پئي وڃي. طاقتور استحصالين جي لاءِ سنڌين جو وجود وهہ بڻيل آهي، انهن کان ڌرتيءَ جي مالڪيءَ جو حق ختم ڪيو پيو وڃي. اهڙي صورت ۾ اوهان ڪيئن سک جي ننڊ سمهي پئي سگهيؤ!

ماڻهن کي بيدار ڪرڻ، انهن کي منظم ڪرڻ، انهن جي سهائتا ڪرڻ لاءِ

جيڪڏهن اوهان جهڙو پڙهيل طبقو بہ ڪو ڪردار ادا نہ ڪري سگهي تہ پوءِ بچاءَ جي اميد ڇا وڃي رهندي! اهو بجا آهي تہ اوهان مان ڪي انهيءَ صورتحال تي ڪڙهن ٿا، انهيءَ صورتحال جي ذميدارن جو تعين ڪرڻ بعد انهن تي لعنت ملامت ڪري ماٺ ڪري ويهي ٿا رهن ۽ پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ ڪا موثر اجتماعي سرگرمي ڪونہ ٿا ڏيکارين. انهن جون انائون ۽ مفاد انهن جي پنهنجي عملي ڪردار ۾ رڪاوٽ بڻجن ٿا.

عملي سرگرمي ڏيکارڻ لاءِ جيڪا قرباني ۽ همت گهرجي اها قرباني ڏيڻ ۽ اها همت ڏارڻ جو اسان پاڻ ۾ حوصلو نٿا پيدا ڪري سگهون تہ پوءِ ڌرتيءَ تي اسان جو وجود پاڙياڇ ۽ بي شرميءَ جي علامت وڃي بيهي ٿو. اسان جيڪڏهن پنهنجي وجود لاءِ انهن علامتن جو تاب سهي وڃڻ جي نرچائي پيدا ڪري بہ وڃون تہ پوءِ اسان پنهنجي ايندڙ نسل کي ڪربناڪ ۽ غيرمحفوظ مستقبل ڏئي وڃڻ جا ذميدار بڻباسون، انهيءَ انتهائي غيرمحفوظ مستقبل ۾ اسان جا پنهنجي اولاد لاءِ جڙيل هي بنگلا ۽ انهن ۾ بيٺل چار چار گاڏيون سندن سک سلامتيءَ جون ضامن هرگز ڪونہ بڻبيون.

انهيءَ ڪري هينئر بہ وقت آهي، اچو تہ پنهنجين خودغرضين، ذاتي مفاد پرستين، لاابالين ۽ اجتماعي ڪمن کان لاتعلقي وارن روين کي ڇڏي، پنهنجي شخصيت جي لاءِ فضيلتن جي حقيقي جهان جي چونڊ ڪريون، پنهنجي ذات جي چوڌاري ڦرڻ ڇڏي ڏيون ۽ پنهنجي چوڌاري موجود ڌرتيءَ ڇاون جي اجتماعي تحفظ ۽ سلامتي لاءِ جيئڻ شروع ڪيون. انهن تي ٿاڦيل غلاميءَ جي نتيجن تي ڪمڪاءُ ڪائي انهن کي غير مشروط محبتن جي پاڪر ۾ آڻيون. پنهنجي قابليتن کي قومي ۽ خدائي امانت ڪري خدا جي مخلوق جي ڀلي لاءِ استعمال ڪريون. پنهنجي لاءِ طبقاتي وڏماڻهپ واري عيش پسند زندگيءَ جا تصور بدلائي پنهنجي خدا کي پسند پيل هڪ مومن واري وچٿري ۽ ورهائي ڪائڻ واري زندگي جو لطف ماڻيون. پنهنجيون باقي بچتون پنهنجي چوڌاري اٿموند وارن ماڻهن ۽ اجتماعي جدوجهد جي ڪمن ۾ وڏي فراخدليءَ سان خرچ ڪري، پنهنجي ماڻهن ۽ ڌرتيءَ جي بقا جي جهد ۾ پنهنجو ڀرپور عملي ڪردار ادا ڪيون. اهڙي طرح پنهنجي خلقڻهار جي هن منشا جا ساٿي بڻجئون جو خلقڻهار قومن کي پنهنجي سڃاڻ قائم رکڻ لاءِ پنهنجو تشخص عطا ڪيو آهي. سندس منشا آهي تہ هن ڌرتيءَ جي مٿان خلق سان عدل ۽ احسان ٿئي. انسان جي آزمائش آهي تہ پنهنجي عمل سان ڌرتي تي عدل ۽ احسان قائم ڪري، "خليفي" ۽ "نائب" وارو منصب ادا ڪري سرخرو ٿي ان جي حضور ۾ حاضر ٿئي ۽ دائمي فلاح ۽ سک واري جنت جي زندگي ماڻي وڃي.

# اي سنڌ جا شاگردؤ!

اوهان جي اجتماعي شعور کي پنجويهن سالن کان شيشو ڪٽي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڳوليو ويو آهي پر ڪٿي بہ ان جو ڏس ڪونہ ٿو ملي. ماڻهن کان پڇڻ تي اهي ڪجھہ نوجوانن ڏانهن اشارو ڪن ٿا جن مان ڪي ڪمپيوٽر ڪيفيز مان نڪري رهيا آهن ۽ ڪي وري ريسٽورانٽس ۽ تفريحي ماڳن کان واپس پيا اچن پر انهن جي چهرن تي همتن ۽ جرئتن بجاءِ نراسائي ۽ ويڳاڻپ جون ريکائون واضح نظر اچن ٿيون. اعتبار ئي نٿو اچي تہ هي سٺ، سترع اسي جي ڏهاڪي وارن سنڌي شاگردن جي باقيات آهن. اوهان کي تعليمي ادارن ۾ اچي ڳوليو ويو آهي. ماڻهن کان پڇڻ تي اهي ڪجھہ نوجوانن ڏانهن اشارو ڪن ٿا جيڪي قطار ڪيو پنهنجي اڳيان گذرندڙ ڇوڪرين لاءِ سيٽيون وڄائن ٿا، فقري بازي ڪن ٿا ۽ ڇوڪرين جي مٿي جي وارن کان وٺي سينڊلن جي ڪڙين تائين گهوري پنهنجي نظرن کي بتال ۽ بيحال ڪري ڇڏين ٿا. انهن مان ڪن شاگردن سخت احساس ڪمتريءَ ۾ پاڻ کي ڇوڪرين جي وضع قطع جي ويجهو ڪري ڇڏيو آهي، ڪن ڪولابا پائي پاڻ تي بيحالي ۽ بدحاليءَ جا آثار ٿاڦڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ ڪن وري پونيون پويان ٻڌي پاڻ کي مردن ۽ عورتن جي وچ تي منفرد مخلوق جو تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن جي چهرن تي لوڪ لڄا ڏسي اعتبار ئي نٿو اچي تہ اهي شاهہ عنايت، صبغت الله راشدي، هوشو ۽ هيمون جي ديس جا نوجوان آهن.

اي سنڌ جا شاگردؤ!

ڪو دور هو جو اوهان شاگرد پاڻ کي سنڌي سماج جو هڪ حصو سمجهندا هئا. اوهان جون ڏڪڙنون سنڌي ماڻهن جي ڏڪڙنن کان الڳ نہ هيون ۽ جڏهن سنڌي ماڻهن جي جيئدان کي سوڙهو ڪري ساهہ منجهايو ويندو هو تہ ان مونجهہ ۽ گهٽ جو ڪرب محسوس ڪري اوهان جا وجود بيتاب ٿي پوندا هئا ۽ پوءِ اوهان جي باغياڻي اٿل ظالمن ۽ غاصبن کي ڏهڪائي وجهندي هئي. ون يونٽ جي ذريعي سنڌين جي تشخص کي نهوڙڻ جي ڪوشش ڪئي وئي تہ اوهان پاڻ کي ٻي خود ڪري پنهنجي قومي بقا جي لاءِ ديوانا بڻجي پيا ۽ اوهان جي انهيءَ ديوانگيءَ هن قوم کي ون يونٽ جي ڏنڊا ٻيڙين کان نجات ڏياري. ٻوليءَ جي مسئلن تي بہ اوهان

پاڻ کي سڀ کان پھريان سماج جو حصو ۽ پوءِ شاگرد سمجھيو. اوھان ان مسئلي تي تاريخي جدوجھد ھلائي 4 مارچ کي سنڌ جي تاريخ جو لا زوال يادگار بڻائي ڇڏيو. سنڌ جي عوام تان فوجي آمريت جي ڇپ ھٽائڻ ۽ ان کي غلاميءَ جي سنگھرن جي سوڙھہ کان آجو ڪرڻ لاءِ ايم آر ڊيءَ جي تحريڪ ۾ اوھان جي سخت عملي مزاحمت ان وقت جي آمرن ۽ غاصبن کي ھيءُ پيغام ڏنو تہ ھن ڌرتيءَ جي ماڻھن کي ڌرتيءَ تان ميسارڻ جون خواھشون ڪڏھن بہ پوريون تي نہ ٿيون سگھن.

ضياء الحق جي آپيشاھي اوھان جي ان عزم ۽ ھمتن کان خوف کائي سنڌ جي تعليمي ادارن ۾ شاگردن يونين تي پابندي مڙھي. ان کانپوءِ جڏھن اوھان کان پنھنجي اجتماعي ڪردار جو ھي جمھوري حق کسيو ويو تہ ان ڪردار جي ادائيگيءَ لاءِ متبادل اجتماعي عمل جون صورتون سامھون آڻي ديس دروھين جي سازشن کي ناڪام بڻايو ويجي ھا، ليڪن ھتي ان جي ابتڙ ٿيو. مختلف ايجنسين کي تعليمي ادارن ۾ تعليمي نظام کي ڊانواڊول ڪرڻ جو ٽاسڪ ڏنو ويو. انھن ڪارندن اُتي موجود نعريباز سياسي ڌڙن کي استعمال ڪري يونيورسٽين ۽ ڪاليجن کي ھلڙ بازي ۽ داداگيرين جي ور چاڙھي ڇڏيو. نتيجي ۾ ھڪ طرف سنڌي سماج کي اجتماعي سوچ ۽ عمل سان جيڪا جرئت، ساڃھہ ۽ ماڻھن جي سياسي افرادي قوت ملندي ھئي سا بند ٿيندي وئي تہ ٻئي طرف مھارتن سان پڙ تي نڪرندڙ نوجوانن جي لاءِ پڻ انيڪ مسئلا الڳ پيدا ٿيندا ويا.

اوھان مان ڪيترا شاگرد سنڌي سماج جي سجڳائپ جي ڳڻ ڳوت واري جذبي تحت انھن تنظيمن سان سلھاڙيا ليڪن اھي پنھنجي تربيتي زندگيءَ ۾ پاڻ سان دوکي جو شڪار ٿيندا رھيا. جڏھن بہ ڪين ڪنھن ھڏايو تي تہ فلاڻو ماڻھو اڳواڻ يا رھبر آھي تہ انھن ان کي رھبر ڪري ورتو. بدقسمتي ھيءَ ھئي تہ انھن شاگردن جي اڪثريت ان سجڳائپ جي فڪرمنديءَ ۾ نہ انھن سياسي ڌڙن جي مضبوط انسان دوست عالمي قومي فڪري بنيادن کي سامھون رکيو ۽ نہ انھن جي سياست جي نتيجي ۾ سنڌ جي حقيقي آجپي ۽ سنڌي ماڻھن جي تقدير بدلجڻ ۾ ان جي عملي ڪردار کي جاچڻ جي ڪوشش ڪئي، بلڪ انھن پاڻ کي اھڙي نعري باز سياست جي ور چاڙھي ڇڏيو، جنھن ۾ نہ انھن جي شخصيت ۽ ستل صلاحيتن کي بيدار ڪرڻ جي اثر پذيري ھئي ۽ نہ انھن جي تعليمي مھارتن کي ترقي ڏيارڻ جي سھڪاري ڪوشش ھئي.

اي سنڌ جا شاگردؤ!

اوھان اعليٰ تعليم جي حاصلات جي لاءِ شھر اچي وسايا يا تعليمي ادارن جون ھاسٽلون اچي آباد ڪيون. ائين اوھان پنھنجي Roots کان ڪٽجي ويا. اوھان کي بدليل ماحول ۾ پنھنجي مٽيءَ سان، پنھنجي مائٽن سان ۽ ڌرتي ڇاون سان پنھنجي نسبت قائم رکڻ جا محرڪ ڳولڻا ھئا. ليڪن شھر ۽ شھري تعليمي ڪلچر ۾ اشرافيہ اسٽينڊرڊ چمڪ دمڪ اوھان کي ھرڪائي وڌو. ائين اوھان جي

ماڻهپي ڪي. اوهان جي روح ۽ قلب کي پنهنجن سان گڏ ڏڙڪڻ جو جيڪو اطمينان حاصل هو. ان جون لڪيرون جيئن پوءِ تيئن ڏنڊ لائيبيون ويون ۽ اوهان کي ان جو احساس ئي نہ رهيو.

پوءِ جڏهن اوهان مان ڪيترا ماڻهو روح ۽ قلب جي بي اطمينانيءَ واري حالت ۾ عملي زندگيءَ ۾ داخل ٿيندا ويا تہ رڳو ذاتي غرض جي چوڌاري ڦرڻ انهن جي زندگيءَ جو محور رهيو ۽ پنهنجي دنياوي سک جي حاصلات لاءِ پتڪڻ هنن جي زندگيءَ جو ڪل مقصد وڃي رهيو.

اوهان. زندگيءَ لاءِ صرف هنرن ۽ پيشن جي سکيا ۽ تربيت لازمي ڄاڻي پر اوهان کي پنهنجي شخصيت ۾ انساني صلاحيتن سان ڀرپور اهڙو استعداد نہ سکڻ جي لاءِ گهرجي پيو. جيڪو اوهان کي هن سماج جو ڪارگر فرد بڻائي. جيڪو اوهان کي پڙهڻ سان گڏ ڪڙهڻ جي رازن کان بہ واقف ڪري. جيڪو اوهان جي شخصيت ۾ ايامندڙ ”غرور“ ۽ ”مان“ کي مانو ڪري. جيڪو اوهان جي زناني هار سينگار جي خواهشن کي دبائي اوهان کي مردانگيءَ جي زيورن سان آراستہ ڪري. جيڪو اوهان کي پنهنجي معتبرائپ ۽ وڏي ماڻهو باور ڪرائڻ جي روين کي متوازن رکي ۽ اهڙو استعداد جيڪو اوهان کي ناجائز حدن کي اورانگهڻ ۽ نتيجن جي پرواهہ ڪانسواءِ بنا سوچ سمجهہ جي ٿيندڙ ابهراين تي ڪنٽرول حاصل ڪري سگهي.

ويجهڙائيءَ واري عرصي ۾ اوهان مان اڪثر شاگردن جي تعليمي مشغولي صرف هن لاءِ آهي تہ اهي پڙهي پنهنجي ذات جي لاءِ سک. عيش ۽ آرام جو مقام ناهين. معاشري ۾ انهن جي لئي هجي ۽ اميرن ڪبيرن ۾ انهن جو شمار ٿئي. اوهان پنهنجي شعور کي هن ڳالهہ کان قطعي عاري رکي ڇڏيو آهي تہ اوهان جي تياريءَ تي سورهن. ارڙهن ۽ ويهہ سال اوهان جي پيارن جو مالي خرچ ۽ قومي وسيلا ان لاءِ صرف ٿين ٿا تہ هن شاگرديءَ جي دور ۾ پنهنجي مهارتن جي ترقيءَ ۽ مثالي شخصيت سان اوهان کي عملي زندگي ۾ پير پائي قومي ترقيءَ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪرڻو آهي. اوهان مان ڪيترن جا والدين بکون ڪاٽي. زندگيءَ جا سک تلف ڪري سخت مالي مشڪلات ۾ ڀاڃي ڪري سندن خرچ جو پورائو ڪندڙ هئا. اوهان جي مثان جيڪي رياست جا وسيلا صرف پئي ٿيا انهن ۾ هن ڌرتيءَ جي غريب ۽ پيڙهيل عوام جون اهي رقمون بہ شامل هيون جيڪي اٽي لٽي ۽ دوا درمل جي خريداريءَ وقت سيلز ٽيڪس جي صورت ۾ انهن حڪومت کي ادا ڪيون هيون.

اوهان کي تعليم ذريعي مهارتن جي ترقي ۽ مثالي شخصيت سان عملي زندگيءَ ۾ هڪ طرف والدين جي لاءِ انهن جي پوڙهپ جي آسيس بنجڻو هو ۽ ٻئي طرف پيٽائيءَ جي ڌرتيءَ تي غربت جي ماريل ۽ رياست جي ڌتڪاريل عوام کي سک ۽ سهنج. خوشحالي ۽ آجپي ڏيڻ جا نت نوان امڪان پيدا ڪري پنهنجي قرض

کي چڪائڻو هو.

اوهان هر سال پنهنجي تعليمي ادارن ۾ جشن لطيف ملهائيندا رهيا پر شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي فڪر ۽ پيغام سان اوهان کي رڳو رسمي جذباتي تعلق هو. اوهان ڀٽائيءَ سان وابستگيءَ جي لاءِ ان جا چار ڇهه بيت ياد رکڻ کي ڪافي سمجهيو ۽ ڪڏهن به ان جي ٻڌايل واٽ تي هلي پورڻ جو نه شعور حاصل ڪيو. نه عزم ڪري ورتو. اوهان جو ڀٽائيءَ سان به "جيئي لطيف" جي نعري جيترو لڳاءُ هو ۽ سنڌ سان به "جيئي سنڌ" جي نعري جيتري وابستگي هئي.

هي شاگرديءَ جو ٻي فڪريءَ وارو زمانو اوهان کي قدرت جي پاران عنايت ٿي مليو هو ته اوهان زماني جي خفن خفتالن کان آزاد رهي اطمينان سان پنهنجي شخصيت جي مثالي تعمير ڪري سگهو. شخصيت جي مثالي تعمير لاءِ اوهان هنن سوالن کي يڪسر نظر انداز ڪري ڇڏيو ته بحيثيت انسان اوهان جو تخليقي مقصد ڇا آهي؟ ۽ اوهان جي منزل ڪهڙي آهي؟ هن سوال جو جواب به اوهان لاءِ گهڻو اهم نه رهيو ته اوهان کي اوهان جي خلقڻهار خلقيو ته سندس تخليقي نقشو ۽ منصوبو ڇا هو ۽ اوهان کي ان منصوبي جي تڪميل ۾ ڪيترو حصيدار بڻجڻو آهي. خدا پنهنجي تخليقي نقشي مطابق دنيا کي جوڙڻ ۽ ضدن جي شڪل ۾ ٺاهيو. هڪ پيدا ٿيڻ کانپوءِ واري دنيا ۽ ٻي موت کان پوءِ جي دنيا. موت کان اڳ واري دنيا عمل ۽ آزمائش جي ميدان طور ٺاهي وئي ۽ موت کانپوءِ انهن عملن ۽ آزمائش جي دائمي بدلي جي هميشه رهڻ واري دنيا. عمل ۽ آزمائش جي دنيا ۾ انسان کي آزاد راءِ جو اختيار ڏئي قدرت پنهنجي منشا ٻڌائي ته ڌرتيءَ تي فلاحي معاشرو اڏيندڙ ٻنهي جهانن ۾ ڪامياب رهندا. افسوس! اوهان قدرت جي ڏنل ان آزاديءَ کي پنهنجي خدا جي مرضيءَ مطابق استعمال ڪرڻ جي شعور ۽ سعادت کان محروم رهجي ويا.

اوهان مان ڪيترا اهڙا هئا جن کي پنهنجي لاءِ منتخب ماحول ميڊيا جي چمڪ دمڪ جو ديوانو بنائي ڇڏيو. چينلن تي ڏنل ماحول جي پوئواريءَ ۾ اچي چمڙيءَ واري ڇوڪري انهن جي زندگيءَ لاءِ وڏي ۾ وڏي حاصلات جو محور رهي. مغرب سرمائيداراڻي نظام ذريعي پنهنجي ظالماڻي لٽ ڦر جاري رکڻ جي لاءِ جديد پرماريت جي آلي طور جنسي آزاديءَ جي فريب کي دنيا ۾ عام ڪيو ته مغرب جا ڪارپوريٽ حاڪم غريب ملڪن جي عوام کي اقتصادي ۽ سياسي طور غلام رکڻ جي لاءِ کين جنسي آزاديءَ جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسايو وينا رهن. اهڙن رجحانن کي قبوليندي انهن پنهنجي قدامت پسند سماجي حالتن کان بغاوت جي سچي لاڙي کي ڪن بنيادي انساني تبديلين جي ڪِيڊ ڊوڙائڻ جي بجاءِ ان اچي چمڙيءَ جي حاصلات جي ڪِيڊ ڊوڙائي رکيو.

اوهان کي اهو احساس ئي نه رهيو ته اوهان ئي اهڙو طبقو هئا جيڪي ڪنهن به وقت ويڙهه ۽ بغاوت ڪري مغرب جي ڦرلٽ ۽ پرماريت لاءِ سنگين خطرو بڻجي

ٿي سگهيا، ليڪن اوهان جي مثان مدهوشيءَ واري ڪيفيت طاري ڪري، مغرب واري جنسي لونجهه ۾ منڊي اوهان کي پنهنجين حالتن، غربت ۽ سياسي توڙي اقتصادي غلاميءَ جي احساس کان بي خبر رکيو ويو آهي. مغرب جا مقامي دلال به هتي جاٽي واٽي اهڙو ڪلچر ۽ مادر پدر آزاديءَ جو ماحول جوڙي رکڻ جا روادار رهيا آهن جيڪو انهن جي پنهنجي عياشي ۽ استحصال واري سلسلي کان نوجوانن جي ذهنيت کي مدهوشيءَ جي ور چاڙهي رکي. اهڙين مڪارين ۽ فريب جي ماحول ۾ اوهان کي تعليمي زندگيءَ ۾ فرصت جا جيڪي به لمحا حاصل ٿيا، اوهان انهن لمحن جو وڏو وقت يا ته پنهنجي ناهه ئوهه ذريعي سرابن جي پويان ڊوڙڻ تي صرف ڪندا رهيا، يا وري بي مقصد يارين/باشين جي مانداڻ ۾ منديل رهيا. اوهان کي پنهنجي تعليمي شعور سان پنهنجي سموري تمدن ۽ معاشرت کي پنهنجي گهر وانگر پاڪدامنيءَ جا رجحان ۽ لاڙا ڏيڻا هئا، جنهن سان اهڙي تهذيب ۽ ثقافت اپري اچي جنهن کي دنيا ۾ انساني وقار جي ناموس سان ڏٺو وڃي. اهڙي طرح ماڻهن جو اهڙو مورال اپري اچي جنهن ۾ اهي پوري انساني وقار، همتن ۽ جرئتن سان قوم تعمير ۾ پنهنجو ڀرپور عملي ڪردار ادا ڪري رهيا هجن.

اوهان کي فدائيت، عشق ۽ وابستگيءَ جي جن صلاحيتن کي پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجي ماڻهن لاءِ وقف رکڻو هو، انهن جي جاءِ تي لوساٽ ۽ لذت کي اوهان پنهنجو مرڪ بڻائي ڇڏيو. اوهان جو سڄو وقت انهيءَ قسم جي حاصلات ۽ حرفت بازين ۾ صرف ٿيڻ لڳو. جڏهن سخت سماجي بندشن جي نتيجي ۾ اوهان جي ذهنن ۾ خودساخته چاهت جي معيارن تائين رسائي مشڪل بڻجي وئي ته پوءِ هيڪلائي ۽ ويڳاڻپ اوهان کي وڻ ويڙهي وانگر وڪوڙي وئي ائين اجتماعيت سان اوهان جو رشتو ٽٽي ويو ۽ زندگيءَ کان بيزاري جي رجحانن اوهان ۾ واسو ڪري ورتو. نتيجي ۾ اوهان مان ڪيترا شاگرد ان ويڳاڻپ ۾ وڪوڙجي پاڻ پنهنجي مستقبل تباهه ڪرڻ جا ذميدار بڻيا. ڪن خودڪشين جا ٻانباها ڪيا ۽ ڪن وري پنهنجي ذهن جي صالح صلاحيتن کان محروميءَ جي نتيجي ۾ خرابيءَ جي انتهائن کي وڃي ڇهيو.

مذهب ماڻهن کي پاڻ ۾ ڳنڍي منجهن هڪ اجتماعي روح پيدا ڪندو آهي. بندي ۽ خدا جي وچ ۾ ڳانڍاپي جي نتيجي ۾ خدا کي بندي جو ساٿي بڻائي ڇڏيندو آهي. اوهان مان ڪيترا پنهنجي خدا جي ان ساٿ کان محروم رهيا. اوهان پنهنجي خاندان ۽ پنهنجي قوم سان باطني رشتن جي ڪا اٽت ئي ڪانه ڪئي. اوهان جي اندر ۾ انهن ماڻهن جي صحبت جي ڪڏهن امنگ ئي پيدا نه ٿي، جيڪي سڄو ڏينهن ڳنڍيڻ جو ڪم ڪندا هئا ۽ ڇنڻ مورنه سکيا هئا. افسوس! اوهان جي روح ۽ قلب کي اطمينان بخشيندڙ ڪابه تربيت سازي نه ٿي سگهي.

هڪڙو زمانو هو جو پرائمري تعليم کان ئي استاد، تعليمي مهارتن سان گڏ پنهنجو تربيتي ڪردار نڀائي پنهنجي شاگرد جي تربيتي سکيائن جو ڪردار به ادا

ڪندو هو. جڏهن اهي استاد ئي نہ رهيا تہ پوءِ اوهان ڪي شعور جي عمر ۾ داخل ٿيڻ ڪانپوءِ پنهنجي شخصي سياءَ جي لاءِ تعليم سان گڏ تربيت جا رستا ڳولي ڪڍڻا هئا. اهي رستا ڳولڻ بجا طور تي هڪ اٽانگو عمل هو. سالن جو سفر گهرجي ها منزل جي تلاش لاءِ. ليڪن انسان ڪي عقل جي رهنمائي سان گڏ جڏهن وحي جي ذريعي مذهبن جي هزارين سالن ڪان رهنمائي بہ ملي آهي تہ پوءِ خدا جي پيار ۽ الفتن ڪي، ان جي رهنمائي ۽ بشارتن ڪي حاصل ڪرڻ ڪو اوکو ڪم ڪونہ هو. ماڻهن جو دين صدين ڪان انهن جي شخصي سياءَ جو معلم رهندو آيو آهي. اوهان ڪي هڪ باشعور فرد جي حيثيت ۾ پنهنجي رسمي عقيدن جي بجاءِ پنهنجي دين جي ڪتاب جو دامن جهلڻو هو. اوهان ڪي ان رهنما ڪتاب جي هدايل ضابطن جو شعور حاصل ڪرڻو هو ۽ زندگي جي باري ۾ مقصديت ۽ منزل جي تلاش بہ ان ڪتاب جي رهنمائيءَ ۾ حاصل ڪرڻي هئي ليڪن اوهان جي دماغ ۾ زندگيءَ جي مقصديت جو ڪو خاڪو ئي جڙيل نہ هو ۽ اوهان جي دل ۾ اعليٰ مقصدن جي لاءِ جيئڻ جي امنگ ئي پيدا نہ ٿي هئي تہ پوءِ اهڙي نهيل نڪيل آسماني رهنمائي بہ اوهان جي لاءِ پنهنجي دامن مان ڪجهہ عطا ڪرڻ ڪان قاصر هئي.

اي سنڌ جا شاگردؤ!

هن وقت جيڪا صورتحال آهي، ان ۾ اسان جي ڌرتيءَ ڪي اسان جي لاءِ ڏينهون ڏينهن تنگ ڪيو پيو وڃي. اسان لاءِ شهرن جي ڪارپوريٽ ڪلچر جا رستا سوڙها ڪيا ويا آهن ۽ هينئر رياستي مشنريءَ ۾ بہ اسان جي داخلا ڪي محدود رکيو پيو وڃي ۽ شهري حڪومتن ۾ اسان جي داخلا تي مورثون پابندي لڳائي وئي آهي. سنڌ جا وسيلا ڌارئي تسلط ۾ آهن ۽ رياست اسان جي مسلسل بربادي‌ءَ جون رٿون رٿيندي رهي ٿي.

اهڙي صورتحال ۾ تہ هن ڌرتيءَ جي ڪنهن بہ فرد ڪان پڇيو وڃي تہ بچاءَ جي صورتحال ڪهڙي آهي تہ اهو تعليم جي شعبي جو حوالو ڏئي ٿو. اها تعليم ئي آهي جيڪا اسان ڪي سخت مقابلي ۽ مسابقت جي اهل بنائي سگهندي. اسان جي مهارتن ڪي سگهارو بڻائي سگهندي ۽ اسان جي ڪردار ڪي فعال ۽ موثر بڻائي سگهندي. اسان جي ماڻهن جا ڏک ۽ سور، اهنج ۽ ايذاءَ، درد ۽ ڪرب ايڏا گهڻا ۽ گهرا آهن جو اسان جي سماج جي سيني طبقن جي گڏيل فعال ۽ موثر ڪردار سان ئي انهن جي زخمن جي مداوا ٿي سگهي ٿي.

اسان جي شاگرديءَ واري زندگي، اسان جي پنهنجن ڌرتي ڇاون سان، مٽيءَ جي خمير واريون وابستگيون نيائڻ جي ريهرسل ۽ تياري آهي، جتي اسان پنهنجي پرپور تعليمي حاصلات سان گڏ هڪ طرف پنهنجي شاگرد برادريءَ جي تعليمي سهائتا ۽ انهن جي تربيتي تيارين ۾ پنهنجو موثر عملي ڪردار ادا ڪريون، اتي هن ڌرتيءَ سان ٿيندڙ ڏاڍاين ۽ ناانصافين جي خلاف پنهنجي اندر دڪيل چڻنگ کي باقي رکندا اچون. پوءِ جڏهن اسان عملي زندگيءَ ۾ داخل ٿيون تہ هن ديس جي ڏکايل ماڻهن ڪي پنهنجي عملي سرگرمين ذريعي رليف ڏيون.

بجا طورتي اسان جو مروجہ عملي سياست جي طور طريقن سان سڌو سنئون ڪو واسطو ڪونهي، ليڪن شاگرد هئڻ ڪان اڳ ۾ اسان پنهنجي سماج ۽ ڪميونٽيءَ جو حصو آهيون، انهيءَ ڪري اسان جي پنهنجي سماج سان ۽ پنهنجي ماڻهن سان ڪمٽمينٽ جو هر رستو سياسي معاملن جي واديءَ مان گذري ٿو. انهيءَ ڪري جيڪڏهن اسان سياست جي شعور ڪيَ مورڪن جي حوالي ڪري ڇڏيو تہ پوءِ پنهنجي عزت پرئي جياپي ۽ قومي آجپي جي حاصلات ڪي جبئن پوءِ تيئن پري ڪندا ويندا سون. اهو بجا آهي تہ عملي سياست جون سرگرميون اسان شاگردن جون براہ راست ذميداريون نہ آهن ليڪن جيستائين ڪابہ قوم پنهنجي لاءِ بقا ۽ آجپي جي حاصلات کان محروم آهي، تنهن جي شاگردن ۽ انقلاب مان گذري آيل آزاد قومن جي شاگردن ۾ فرق بهرحال موجود آهي. قومي بقا ۽ آجپي جي لاءِ وڙهندڙ دنيا جي سڀني قومن ۾ شاگردن جو هڪ عملي ڪردار ۽ اجتماعي سرگرمي آهي ۽ شاگردن جون اهڙيون مزاحمتون سڄي دنيا جي قومن ۽ سماجن لاءِ وڏي آسيس آهن. آفريڪي قومن کان وٺي ايران تائين ۽ لاطيني قومن کان وٺي بنگال تائين شاگردن جون پنهنجي ڌرتيءَ جي عوام سان گڏيل عملي مزاحمتون انساني تاريخ جو روشن باب آهن. انهيءَ ڪري هڪ طرف پنهنجي ڌرتي ۽ ماڻهن جي حقن جو تحفظ ۽ ٻئي طرف پنهنجي مضبوط شخصيت سان پنهنجي عمل جي ذريعي ماڻهن جي مسيحائيءَ جي ٻٽي ذميداريءَ کي نڀائڻ جو ڪم اوهان کان طالب علميءَ ۾ بہ گهٽيون قربانيون طلبي ٿو. انهن قربانين ۾ زياده جو تعلق اوهان جي پنهنجي ذات جي خواهشن کي ترڪ ڪرڻ سان آهي ۽ جڏهن اوهان پنهنجي ذات جون نفسي قربانيون ڏيڻ شروع ڪيون تہ پوءِ ٻيون ڪي بہ قربانيون اوهان لاءِ وڏي آزمائش نہ رهنديون.
اي سنڌ جا شاگردؤ!

اوهان کي پنهنجي ڌرتيءَ جي بقا ۽ آجپي جي لاءِ هڪ وڏي اجتماعي ڪردار جي ادائيگيءَ سان ۽ پنهنجي ذات ۽ شخصيت جي تعمير سان اڳتي وڌڻو آهي. اوهان جي لاءِ قومي بقا جي جنگ ۾ ڪيترائي محاذ آهن. قابليتن ۽ مهارتن کي پڙ بنائڻ جو محاذ آهي، مسابقت ۽ مقابلي جي ڊوڙ ۾ شريڪ ٿي پنهنجي حقن جي حاصلات ۽ دفاع جو محاذ آهي. پنهنجي شاگرد برادريءَ ۾ مضبوط تنظيم ڪاري ۽ اجتماعيت جي جذبي ۽ مزاحمت جي عزم کي سرگرم رکڻ جو محاذ آهي. پنهنجي ڌرتي تي ٿيندڙ ناانصافين ۽ پنهنجي قوم کي غلاميءَ جي سنگهرن کان آزاد ڪرڻ جي سرگرمين جو محاذ آهي. انهن سڀني محاذن تي پنهنجي سگهاري عملي ڪردار جي صورت صرف هيءَ آهي تہ اسان پنهنجي شخصيت جي تعمير لاءِ پنهنجي روين ۽ طريقن تي نظر ثاني ڪريون، پنهنجو احتساب ڪريون ۽ پاڻ کي پنهنجي خلقڻهار جي ٻڌايل ضابطن جو پابند بڻائي هڪ طرف تخليقي مقصدن کي سجايو ڪريون ۽ ٻئي طرف پنهنجي سماج سان پنهنجي عملي ۽ غير مشروط سڄڻائپ جو پختو ۽ نڪور شعور حاصل ڪريون.

# اي سنڌ جا سنڌيو!

اسان انسانن کي الله تعاليٰ اشرف المخلوقات ڪري پيدا ڪيو هو. ڪائنات جي ٻي سڄي مخلوق کي "ڪُن" جي حڪم سان پيدا ڪيائين پر اسان کي سيني کان سهڻي انداز تي پنهنجي هٿن سان جوڙي اسان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيائين. اسان کي سڄي مخلوق ۾ تڪريم ۽ احترام وارو بڻايو ويو هو. پوءِ اسان جي هدايت ۽ رهبريءَ لاءِ پيغمبرن ۽ ڪتابن جو سلسلو جاري ٿيو. هيءَ اسان جي خوش بختي هئي جو اسان جي سليم فطرت پنج هزار سال اڳ ۾ ئي اسلام يعني "ابراهيمي دين" قبول ڪري ورتو هو.☆ ان ابراهيمي دين سنڌ واسين ۾، انسانيت جا اعليٰ گڻ، فضيلتون ۽ مهارتون پيدا ڪيون ۽ اسان سنڌو ماٿريءَ جهڙي عظيم تهذيب جو بنياد وڌو. اسان مهرڳڙهه کان لسٻيلي تائين ان ابراهيمي دين تي ڪاربند رهندي تهذيب جا شاهڪار بنياد وڌا، نه صرف ايترو پر اسان جي وڻجارن ۽ ماهرن سمير ۽ عڪاد ۾ وڃي پنهنجي ڪاريگري ۽ مهارتن سان شاندار تهذيبن جي تعمير ڪئي ۽ انهن جي بنيادن ۾ پنهنجو رت ۽ ست شامل ڪيو.

ان وقت به اسان جي خوشحالي طاقتور ڦورو قومن کان ڏٺي نه ٿيندي هئي، پر قدرت جو اهو اصول رهندو آيو آهي ته جڏهن ڪمزورن جي مٿان طاقت ۽ ڏاڍ جي زور تي غاصب حڪمران مسلط ٿيندا آهن، جيڪي قدرت کي گهربلَ انصاف ۽ فلاح جي فروغ جا دشمن هوندا آهن، ته پوءِ طاقتورن جي ذريعي ڪمزورن کي ان تسلط مان ڪيڻ جو قدرتي بندوبست ٿيندو آهي.

اسان جي وڏڙن ۾ هوشمندي هئي، هُنن قدرت طرفان فراهم ڪيل موقعن جو فائدو ورتو ۽ قدرت جي ضابطن کي دل ۽ جان سان مڃي، ڪيترين صدين تائين سنڌ ۾ علم پرور ۽ انصاف پسند معاشرو جوڙي رکيو. سنڌ جي جاگرافيائي اهميت ٻني ڪري غنيمن ۽ غاصبن اسان کي جڏهن به غلام پئي بڻايو ته اسان جي وڏڙن ۾ هڪ سڌريل قوم واريون سڀ صلاحيتون هيون ۽ ان جي ڪري اسان ڌارين جي تسلط کان هر ڀيري پاڻ کي خلاصو ڪرائي پئي ورتو. ڌارين اسان جي وجود کي

☆ موهن جا دڙي جا ماڻهو حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين تي هلندڙ هئا. بحواله تفسير ترجمان القرآن: (مولانا ابوالڪلام آزاد).

متاثر جا وڏا وس ڪيا. اسان جي تمدن ۽ علم جي مرڪزن کي باهيون ڏياريون ويون. اسان جي ان وقت جي دارالحڪومت ٺٽي کي چار دفعا ساڙايو ويو ليڪن اسان هر پيري پاڻ بچائڻ جي جنگ جوٽي دشمنن جي ارادن کي ناڪام بڻائيندا رهيا سين.

ليڪن اي سنڌ واسيو!

ارڙهين صديءَ ۾ اسان جو واسطو ڌرتيءَ جي بدترين عالمي ڦورن ۽ غنيمن يعني انگريزن سان پيو جن اسان کي غلام بڻائي ورتو. هنن کي، ڌرتيءَ تي سوين قومن کي غلام بڻائي ڪين پنهنجي پنجي ۾ ڦاسائي رکڻ جو هڪ عالمي رڪارڊ حاصل هو. هنن اسان جي غلاميءَ کي سگهارو رکڻ لاءِ سنڌ کي بمبئيءَ سان ڳنڍي هڪ طرف اقتصادي طور اپاهج ۽ لاچار بڻائي ڇڏيو ته ٻئي طرف هندو مسلم نفاق جو ٻج ڇٽي مستقل سياسي عدم استحڪام ڏانهن ڌڪي ڇڏيو. هنن جاگيرداري ۽ مرشديءَ جي مشرڪاڻي سسٽم کي سگهارو ڪيو ته جيئن اسين جهالتن ۽ محڪوميءَ جي گهٽين ڪوڙڪين ۾ ڦاٿل هجون. هنن اسان کي هڪ الله جي غلاميءَ مان ڪيڻ جي لاءِ غلامين جون سوين صورتون پيدا ڪري ڏنيون ته جيئن ان سان اسان انيڪ ڏچن جي ور چڙهيل هجون. هنن ڇهه هزارين ماڻهن تي مشتمل خانگي ڊريس ۾ هڪ انٽيلجنس فورس تيار ڪئي، جنهن ۾ جعلي مرشدن، مولوين ۽ ڪاتڪو معتبرن جي لوڏ پيدا ڪري اسان جي سماج کي جهالت، فرسوده عقيدن ۽ هاجيڪار روايتن ۾ وڪوڙي ڇڏيو. پوءِ جڏهن اسان هڪ الله جو در ڇڏيو ته سوين غلامين اسان ۾ واسو ڪري ورتو. ائين ڏيڍ سؤ سالن جي غلاميءَ جي پنجوڙن اسان جي سماجي نقشي کي ئي تبديل ڪري ڇڏيو.

اسان جي توحيد پرست عالمن ۽ اڳواڻن توحيد جي پيغام ذريعي هميشه اسان جي جهالتن ۽ بدرسمن کي ختم ڪرڻ لاءِ تعليم، تبليغ ۽ تربيت ذريعي هر دور ۾ وڏا وس ڪيا. انهن اسان کي انگريزن جي غلاميءَ مان ڪيڻ جون پنهنجي جاءِ تي وڏيون ڪوششون ڪيون پر هينئر ڌرتيءَ جي بدترين غاصبن سان واسطو پيل هو. پير صبغت الله راشدي (پهرين ۽ ٻئي) حر تحريڪن جي ذريعي، سيد تاج محمود امروٽي، مولانا عبيدالله سنڌي ۽ مولانا محمد صادق کڏي واري ريشمي رومال تحريڪ جي ذريعي انگريزي اقتدار جي خاتمي لاءِ جاکوڙيو. پر چالاڪ انگريزن پنهنجن انٽيليجنس ايجنٽن جي ذريعي هنن تحريڪن کي سنڌ جي آزاديءَ لاءِ عوام جون تحريڪون بنجڻ نه ڏنو ۽ وقت کان اڳ ۾ ئي انهن کي چٿي ڇڏيو. 1857ع جي جنگ آزادي، حر تحريڪ، ريشمي رومال ۽ ٻين تحريڪن انگريزن کي نيستو ضرور ڪري ڇڏيو هو. پوءِ جڏهن ٻي عالمگير جنگ جي پڇاڙيءَ تي انگريزن هندستان کي ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو ته اسان جي سنڌ کي اُن جي اصلي

صورت ۾ آزاد ڪرڻ بجاءِ هن خطي ۾ پنهنجي عالمي سامراجي مفادن جي تحفظ لاءِ تيار ڪيل ڪارن انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو. اسان جا نوان آقا پنهنجي پيشرو (انگريز) آقائن کان مختلف ثابت نہ ٿيا. اسين حقيقي آزاديءَ جي عمل مان ڪونہ نڪتاسون. فرق رڳو هيءَ هو تہ اسان اڇن جي بدران ڪارن جا غلام بڻيل رهياسون.

ساڳيون غلاميون اسان جي مٿان مسلط رهيون. بلڪ هينئر تہ غلاميءَ جي اجا بہ بدترين شڪل اسان جي مٿان مسلط ٿي. اڳ اسان ڌاريئي انگريز جا غلام هئاسين تہ اسان کي انهيءَ جو ادراڪ حاصل هو ۽ تسليم ٿيل هو تہ اسين غلام آهيون. ان ڪري اسين انهيءَغلاميءَ جي خلاف وقت بوقت وڙهندا رهياسون. ليڪن نئين غلامي اهڙي بدترين غلامي هئي جو اسان مان ماڻهن جي اڪثريت انهيءَ ادراڪ ۽ احساس کان بہ عاري هئي تہ اسين ڪي غلام آهيون. ايئن ماٺ ميٺ ۾، غيرمحسوس طريقي سان هيءَ نئين غلامي اسان جي تعليم کي کائيندي وئي. ڇاڪاڻ جو اسان جي نون آقائن کي خبر هئي تہ تعليم هنن ماڻهن کي ڪڏهن بہ سجاڳ ڪري ۽ هنن جو پاسو ورائي سگهي ٿي. اسان کي ساڳئي پاسي سوگهو ۽ غلاميءَ جو هيراڪ بنائي رکڻ لاءِ اسان کي انگريزن جي باقيات ۾ مليل جاگيرداري، پيري مريدي ۽ فرقيوارانہ مذهبي ماحول ۾ جڪڙيو ويو.

انهيءَ تسلسل ۾ اڳتي هلي آهستي آهستي اسان کي شهرن مان بي دخل ڪيو ويو. اقتدار جي ڳيجهو وڏيرن جي ذريعي اسان جي اقتداري واڳن کي اهڙي طرح پنهنجي هٿ وس رکيو ويو جو نہ اسان جو ڪو قومي ڪلچر اُسري نسري سگهي، نہ اسين صنعت ۽ تجارت ۾ داخل ٿي سگهون، نہ اسين هڪ مستقل قوم جي طورتي پنهنجي خود اختياري جي حق جا حقدار بڻجون.

ورهاڱي کانپوءِ پهرين چاليهن سالن تائين اسان وٽ 100 مان 10 ٻارن کي پرائمري تعليم ڏني پئي ويئي ۽ انهن مان پرائمري کان مٿي تعليم ۾ صرف 5 سيڪڙو ٻار وڃي پئي سگهيا. ايئن هتي اٽپڙهيل ماڻهن جا نسل پنيان نسل پيدا ڪيا ويا. ويتر ظلم اهو تہ انهن اٽپڙهيل ماڻهن کي بہ ڀرا ڙين توڙي شهرن ۾ آرام سان جيئڻ نہ ڏنو ويو. هتي ڌاڙيل ڪلچر پيدا ڪري، ساڳيو انگريزن جي نقش قدم تي ”سرڪاري ڌاڙيلن“ جي سرپرستيءَ ۾ انهن کي خفيہ نموني رياستي تحفظ ڏنو ويو. انهن ڌاڙيلن هتان جي ماڻهن کان، ڪاروبار ۽ کيتيءَ ذريعي خوشحاليءَ جي زندگي گذارڻ وارو ماحول بہ کسي ورتو. اسان جي مٿان مسلط غاصبن کي هتي آبادڪاري ڪرڻي هئي، هتي ڇانوڻيون ناهڻيون هيون، سنڌوءَ مان بئراج ۽ ڪئنال ڪيڻا هئا ۽ اسان جا شهر قبضي ۾ ڪرڻا هئا. ان ڪري ڌاڙيلن جو ڪلچر پيدا ڪري خوف، دهشت ۽ ماڻهن ۾ اندروني طرح هڪ ٻئي کان بيزاريءَ جو ماحول جوڙيو ويو. وري جاگيردارن ۽ ساڳين ڌاڙيلن کي استعمال ڪري برادرين

جي وچ ۾ قبائلي جهڳڙن جي سرپرستي ڪئي ويئي ته جيئن اسين برادرين ۾ ورهائجي سنڌ جي ڦرلٽ کان غافل رهون. پوءِ ايئن پنيور لٽبو رهيو ۽ اسان هڪٻئي کي قصور وار چوندا رهياسون! اسان جي قيادتن ۾ اها هوشمندي ڪونه هئي ته اسان جي دشمن جي گهات ۽ چالن کي پنهنجي متبادل حڪمت عملين سان بنجو ڏئي سگهن. اهي ڪابه اهڙي تحريڪ ۽ سرگرمي نه شروع ڪري سگهيا ۽ اسان جي پتڪڻ جو ڪتي به ڇيهه نه پئي ٿيو ته پوءِ آخرڪار اسان جا ڌورو حاڪم اسان کي اهو باور ڪرائڻ ۾ ڪامياب ويا ته اسين پاڻ ئي پنهنجا دشمن بڻيل آهيون ۽ پنهنجي تباهي جا به توئل پاڻ ئي ذميوار آهيون!

تعليم جي تباهيءَ سان گڏ هتي سماجي طورتي حقيقي مڊل ڪلاس پيدا ٿيڻ نه ڏنو ويو جيڪو ڌرتيءَ جي مالڪيءَ جو فڪر ڪري: البت ان جي جاءِ تي پرمٽن. ٺيڪن ۽ ڪميشن جي ذريعي هڪ جڳاڙي ۽ ذاتي غرضن جو پوڄاري مڊل ڪلاس پيدا ڪيو ويو ۽ مختلف ايجنسين جي ذريعي ان جڳاڙي ڪلاس تي نوازشن ۽ نگرانيءَ جو مينهن وسائي نقلي مڊل ڪلاس جي روپ ۾ اجتماعي ۽ قومي مفادن جو قاتل نيٽ ورڪ جوڙيو ويو.

سنڌ ۾ ٻاهرين آبادڪاريءَ کي فروغ ڏنو ويو. آبادي جيئن ته ڌرتيءَ ڇائي نه هئي تنهن ڪري ان جي، ڌرتيءَ ڇاون سان ڪا پنهنجائپ قائم نه ٿي. اهي ويڳاڻا بڻجي نه صرف ڌرتي ڌڻين جي بدحاليءَ جو تماشو ڏسندا رهيا بلڪ ڌرتي ڇاون جي استحصال ۾ سيني ڌورن جا ساٿاري بڻجي استعمال به ٿيندا رهيا. ڇاڪاڻ جو انهن کي اسان جي آقائن پڌائي ڇڏيو هو ته اسان جي بدحاليءَ ۾ انهن جي زندگي آهي.

اي سنڌ جا سنڌيو!

هيءَ ته اسان جي به سؤ ساله غلاميءَ جي نتيجي ۾ غنيمن ۽ غاصبن جي يارن اسان سان ٿيل حشر جو نتيجو هو پر سوچڻ جي ڳالهه هيءَ آهي ته اسان پاڻ کي ڪيئن ان وهڪري ۾ وهائي ڇڏيو!

غير ته آخر غير ئي رهندو، غير تي ناهي ڪائي ميار،
جا ڳالهه ٿي ماري سا ٿي ماري، پنهنجي ديس جي يارن جي.

هڪ طرف اسان جي تباهيءَ جو بندوبست ڪندڙن جي ايڏي مستعدي ۽ ٻئي طرف اسانجي پنهنجن جي ايڏي اياڻائي جو انهن کي سڀ ڪجهه سولو بڻائي ڏيندا ويا!

اسان جي غاصب ڌورن کي جيڪو ڪجهه گهرجي پيو، انهيءَ کي سولو بڻائي ڏيڻ ۾ وقتي فائدي جي لونجهه رکندڙ اسان جي مورک سياسي قيادتن ۽ وڏيرن به وسان ڪونه گهٽايو! پر سياستبازن ۽ وڏيرن جي خفيه ڪارستانين کان بي خبر

اسان جو عام ماڻهو ويچارو انهيءَ ويساهه ۾ پرم ۾ مارجي ويو تہ اسان جي ليڊرن مان ڪي، ڏتڙيل ڌرتي ڏکين جا سچڻ بڻجي اسان جي بچاءَ جي جنگ وڙهي رهيا آهن! هوڏانهن اصل صورتحال هيءَ هئي تہ انهن مان وڏا ليڊر رهبرن جو روپ ڌاري رهزنيءَ جي ڪرت ڪري رهيا هئا. انهن مان ڪن ڪي هرحال ۾ اقتدار جي ڪرسي پئي کَتي. تنهن ڪري انهن قوم فروشي ڪري اقتدار ماڻي ورتو ۽ ڪن ڪي وري اسان جا دشمن درپرده ڏوري هٿ ۾ جهلي ڪٺ پتلين وانگر هلائي رهيا هئا. ائين اسان جا "مارو ويچارا ڪلندي رات ڪجي ويا" جهڙي حشر مان گذريا.

جڏهن رياست اسان جي سچڻ نہ رهي تہ اسان کي خانگي سطح تي مضبوط ۽ سچڻ ادارن جو سهارو گهربل هو ليڪن هتي اهڙن منظم ۽ جٽادار ادارن جي جوڙجڪ بہ نہ ٿي سگهي، جيڪي اسان کي ڪاميابيءَ جي دڳ تي وٺي هلن، جيڪي اسان کي تعليم سان سلهاڙي رکن، جيڪي اسان کي سگهاري ردعمل جي سياست بدران تخليقي سياسي شعور جي بلندين تي وٺي وڃن، جيڪي اسان جي شخصيت جي تعمير ڪن، جيڪي اسان جي انهن شخصي گڻن ۽ خوبين جي اوسر ڪن جن جي ذريعي اجتماعي سوچ کي هٿي ملي ۽ اسان ۾ اهڙيون خوبيونٔ پيدا ٿين جيڪي ذات ۽ ڪردار کي بلند ڪنديون آهن ۽ جيڪي خوبيون اسان کي "ڪُل" جو ڪارگر "جُز" بڻائي سماج دوست بنجڻ جي اهل رکنديونٔ آهن. اسان جو پڙهيل طبقو پنهنجي پڙهيل هئڻ جا مزا اعليٰ نوڪرين ۽ ٻي مراعات جي صورت ۾ مزا وٺندو رهيو پر انهن بہ ڪڙهيل هئڻ جو ماحول نہ جوڙيو. نہ ادارا جوڙيا ۽ نہ جڙيل ادارن کي فعال بنائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو... نہ سنڌ جي دولتمندن پنهنجي هوند جا هتي واهڙ وهايا ۽ نہ سنڌ جي استادن پنهنجي علم جا آثار نمودار ڪيا. نہ عالمن جي ذريعي عمل ۽ جهد جو جهان جڙيو ۽ نہ دانشورن ڪو ٻوٽو ٻاريو. نہ سياسي ۽ سماجي ورڪرن عوام جي مالڪي ڪئي ۽ نہ پيشہ ور ماهرن ماڻهپي جو دان ڏنو. جڏهن سماج جي سيني موثر طبقن پنهنجي ذات، پنهنجي ڪرت ۽ پنهنجي عمل جو مجموعي طرح سماج کي ڪو فائدو ڪونہ پئي رسايو تہ پوءِ سماجي ويڳاڙپ ۽ قومي انتشار ڇائنبا ويا. ائين اجتماعي قدرن جي ڪمزوريءَ سان گڏ انفرادي اخلاقي قدرن جي بہ هر طرف پيل ٿي پيل نظر اچڻ لڳي. ننڍي وڏي جو لحاظ، پاڙي جي خبرچار، ضروتمند جي مدد، ڏکويل جو ساٿ اڪثر ماڻهن جو وڙ ئي نہ رهيو!

اسان جي مجموعي انساني، اخلاقن ۽ سماجي قدرن جي زوالپڻي جا هنيانءَ ڏاريندڙ لقاءَ ۽ واقعا روزانو اخبارن جي زينت بنجڻ لڳا ۽ هينئر انهن جو تعداد روزانو ايڏي تيزيءَ سان رپورٽ ٿيندو رهي ٿو جيڪو قومن جي بقا جي لاءِ خطري جي گهنٽيءَ تي پهتل هوندو آهي.

اي سنڌ جا سنڌيو!

هينئر صورتحال هيءَ آهي جو ماضيءَ جي حوالي سان اسين دنيا ۾ هڪ عظيم ۽ سڌريل تهذيب جا وارث ته ليکجون ٿا پر حال اسان جي حال تي روئي ٿو. اسان موهن جي دڙي جهڙي تهذيب جو بنياد وڌو، جتي اجتماعي حوض، اوطاقون ۽ ديوان اسان جي هڪ ٻئي سان وابستگيءَ ۽ اجتماعي ڀلائيءَ تي مبني الفتن جون شاهديون ڏين ٿا پر اڄ هزارين سال پوءِ اسان ذاتيات ۽ خودغرضين جا مجسما بڻجي نسلي ۽ قبائلي عصبيتن ۽ نفرتن جي اوڙاهه ڏانهن ڌڪبا ٿا وڃون. ڪنهوڪي سنڌ علم ۽ تصوف جو گهوارو هئي، وستي وستي ۽ شهر شهر ۾ مڪتب ۽ خانقاهون علم ۽ عرفان جون هبڪارون ممڪائي رکنديون هيون. اڄ ساڳي سنڌ هر طرف جهالت، نشي، اخلاقي بي راهه رويءَ، حسد ۽ انتقام جي دونهن سان دونهاتيل نظر اچي ٿي.

ڪالهوڪي سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا بندر ۽ بازاريون اسان جي قومي تشخص، آزاديءَ ۽ شاهوڪاريءَ جا گواهه آهن پر اسان جي اڄوڪيءَ غلامي، بدحالي ۽ بيوسيءَ تي آسمان به نوحا ٿو پڙهي.

ڪالهه پتائي سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ ۾ وڃي وطن دوست پيغام ۽ عمل ۽ جهد ۾ ڄنبي وڃڻ جون نينديون ڏنيون هيون پر اڄ پنهنجو آرام ۽ انائون قربان ڪري در در تي بيداريءَ جي دستڪ ڏيڻ وارو ڪوبه سڌارڪ ڪونهي رهيو.

ڪو به اهڙو مصلح سامهون نٿو اچي جيڪو اسان ۾ پاڻ بدلائڻ جي ديوانگي پيدا ڪري، جيڪو انهن زوالجندڙ اخلاقي قدرن تي اسان کي جهنجهوڙي، جن جي ڪري جهالت جي اونداهه ۾ هٿوراڙيون ڏيندي اسين پنهنجي لاءِ نقصانن جا روز نوان امڪان پيدا ڪندا ٿا وڃون. ڪالهه اسين "حق جو ساٿ ڏيڻ" واري هڪ باڪردار قوم هئاسون، اڄ اسان کي برادرين، فرقن ۽ رشتيدارين بزدل ۽ بيڪار بڻائي ڇڏيو آهي. نتيجي ۾ خودغرض، مفاد پرست ۽ انسانيت ڪش حڪمرانيون ۽ نگرانيون اسان جي مٿان مسلط ٿي رهيون آهن.

ڪالهه "ضمير جي آزادي" سان اسان پنهنجي ڌرتيءَ جي آزاديءَ کي محفوظ ڪري رکيو هو، اڄ ساڳي ضمير جي آزادي کي مرشد، وڏيري، سياستباز ۽ ٻين مفادپرست ٽولن وٽ يرغمال بڻايو ويٺا آهيون. نتيجي ۾ هن ترقي يافته دور ۾ به اسين فلاحي معاشري جي نعمتن کان محروم آهيون. ڪالهه اسان جي بهادري ۽ غيرت اسان جي سرحدن جي محافظ بڻيل هئي ۽ جوان جذبن جي زنجير بڻجي اسين ڌارئي تلسط کي للڪاريندا هئاسين. اڄ اسان جي غيرت ۽ بهادري بيوس نياڻين، ڪمزور عزيزن ۽ نسلي جهيڙن تي صرف ٿي رهي آهي. نتيجي ۾ اسان جي ڌرتي ۽ وسيلن تي ڌارين جو قبضو جيئن پوءِ

تيئن مستحڪم ٿيندو پيو وڃي.

ڪاله اسان جي ”انصاف پسندي“ اسان جي ماڻهپي کي وڃڻ نه ڏيندي هئي ۽ انفرادي طرح نقصان سهندي به اجتماعي ڀلائيءَ جي سرسي چاهيندا هئاسين ليڪن هينئر انصاف چند سڪن جي عيوض وڪامي ٿو يا وري دوستين ۽ رشتيدارين نباهڻ واري اڏيءَ تي ڪُسجي ٿو. نتيجي ۾ اسين پاڻ پنهنجي عيالن سميت پنهنجي ڪرتوتن جي نتيجي ۾ قدرت جي پاران مڪافاتِ عمل تحت بدترين عذابن جو شڪار ٿي رهيا آهيون. ڪاله اسان جا ساسي ساه به اسان جي ”رحم“ واري خوبيءَ جو لطف ماڻيندا هئا پر اڄ اسان جو پنهجو اولاد ۽ عزيز به ان عظيم گڻ جي حقيقي لطف کان محروم آهن. نتيجي ۾ اسان پنهنجي لاءِ بيچيني، ڊپريشن ۽ پريشانين جا عذاب پيدا ڪري ڇڏيا آهن.

ڪاله تائين اسين رواداري ۽ فياضيءَ جهڙن گڻن جي ڪري مانائتا ليکبا هئاسين پر اڄ اسان جي لاءِ اهي لفظ ئي اوپرا بڻجي ويا آهن. نتيجي ۾ بخل، ڪينو ۽ عداوتون اسان کي ماڻهپي جي مقام تان ڪيرائي حيوانيت جي حدن ۾ داخل ڪنديون پيون وڃن! ڪاله تائين بخشش ۽ درگذر اسان جي شخصي سياءَ جا وڏا جوهر هئا، اڄ ان جي جاءِ تي وير ۽ انتقام اسان جي خمير جو جزبڻجي ويو آهي. نتيجي ۾ اسان پنهنجي ۽ پنهنجن نسلن جي تباهيءَ جا روز نوان امڪان پاڻ پيدا ڪندا پيا وڃون. ڪاله تائين ”دشمن سان سهڻي سلوڪ“ جي هلت جي هر وقت هدايت هڏبي هئي، اڄ اسانجا پيءُ ماءُ به اسان جي ٻاجهاري رويي لاءِ سِڪن ٿا. نتيجي ۾ اسان پنهنجي لاءِ ذلت ۽ رسوائيءَ جا پروانا پاڻ مرتب ڪري ورتا آهن.

ڪاله تائين ”ايثار ۽ قرباني“ اسان جو قومي جوهر ۽ خصوصيت بڻيل هئا، اڄ اسان جي خودغرضين ۽ مفاد پرستين انهن جذبن تي غلاف چاڙهي ڇڏيا آهن. نتيجي ۾ اسان اعليٰ انساني مرتبن جي حاصلات کان پاڻ کي محروم ڪري ڇڏيو آهي. ڪاله تائين توڪل ۽ اعتماد اسان کي سياڻي جي فڪر ۽ غرضن کان آجو ڪري اڄ جي همدردي ۽ همت سان همڪنار ڪندا هئا پر اڄ اسان مادي زندگيءَ جي سهولتن ۽ عيش ۾ ان جي روح کان ئي پاڻ کي بي خبر رکيو آهي. نتيجي ۾ پٽڪڻ، نوڪرون ڪائڻ ۽ ڇتيون پرڻ اسان جو مقدر بڻجي ويو آهي!

ڪاله تائين اسان ”قناعت ۽ سخا“ جي وڙ کي پاڻ سان جوڙي پنهنجي لاءِ اطمينان جا اسباب پيدا ڪندا هئاسين، اڄ اهو اطمينان جو لفظ اسان جي ڊڪشنريءَ مان ئي غائب ٿي ويو آهي. نتيجي ۾ سوچن جي انتشار ۽ بي اطميناني اسان کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو آهي. ڪاله تائين ”خودداري“ اسان جي

شخصيت کي بي نياز ۽ قلندر بڻائي رکندي هئي. اڄ چاپلوسي ۽ ڄڳاڙبازي اسان جي زندگين ۾ هڪ آدرش ۽ اصولي طور جاءِ والاري ورتي آهي. صحيح ۽ غلط ۾ فرق اسان لاءِ غير اهم ٿي ويو آهي. نتيجي ۾ اسان مان جهد ۽ جاکوڙ جو جوهر ڪافور ٿيندو پيو وڃي.

ڪالهه تائين هڪ انسان جي حيثيت ۾ "ذميواريءَ جو احساس" اسان جي خوبي بڻيل هو. اڄ اهو احساس ڪنهن به شعبي جي ماڻهن ۾ ڳوليو نٿو لڀي. نتيجي ۾ سڄي سوسائٽي ابتريءَ جو شڪار ٿي رهي آهي. ڪالهه تائين اسان جو ضمير ۽ اسان جي خدا خوفي اسان کي نفس جي احتساب لاءِ هميشه تيار رکندا هئا. اڄ اهو نفس جو احتساب اسان مان اٿيڙهيل ته نهيو پر پڙهيلن جي لاءِ به واقفيت جو وکر ڪونهي. نتيجي ۾ اسين جيئن پوءِ تيئن بگاڙ جي طرف تيزيءَ سان پرانگهون پائيندا پيا وڃون.

ڪالهه تائين "هر ڪم ۾ ايمانداري" جو مظاهرو ڪندي سماج جو هر طبقو شاندار مثال مرتب ڪندو هو. اڄ اسين ان سونهري اصول کي پنهنجي عقيدي جو حصو ئي نٿا سمجهون. نتيجي ۾ اسان ۾ بي ايمانيءَ ۽ ٺڳيءَ جي خوبي جو ڏينهون ڏينهون اضافو ٿي رهيو آهي. ڪالهه تائين اسان "حياء ۽ شرافت" جا اهڙا مجسما بڻيل هياسون جو گهٽيءَ مان ڪا نياڻي گذرندي هئي ته پتين ۾ مُنهن هٽي بيهندا هياسون ته جيڪا به نياڻي آهي سا اسان جي نياڻي آهي. اها حفظ و امان ۾ گذري وڃي. اڄ اسان مان ڪيترائي ماڻهو هوس ۽ حرامڪاريءَ جا پتلا بڻجي نظرن، سوچن ۽ بدفعلين جي گهائن سان نه صرف نياڻين جا تماشا بڻائي رهيا آهيون، بلڪ وڏي تعداد ۾ ٻالڪن جي عصمتن ۽ روحن کي به رهڙي درندگيءَ جا افسانا مُرتب ڪري رهيا آهن. ڪالهه تائين اسان جي وڏڙن جي "پاڪدامنيءَ" جا، فرشتا به قسم کڻندا هئا ۽ اڄ اسان جي هوس پرستيءَ اسانجي سڄي غيرت ۽ بهادريءَ جا جنازا ڪڍي ڇڏيا آهن. نتيجي ۾ ڪوڙي غيرت ۽ ڪوڪلي بهادريءَ ان جي جاءِ والاري ورتي آهي.

ڪنهن به قوم جي مجموعي ڪلچر جا مٿيان اخلاقي بنياد لڏي وڃڻ سان جيڪو نتيجو سخت انارڪي، ويڳاڙپ ۽ ڇڙواڳيءَ جي صورت ۾ سامهون آيو آهي سو ميڊيا جي هن ترقيءَ واري دور ۾ ڪنهن کان ڳجهو ڪونهي. هينئر وقفي وقفي سان سماج ۾ وحشت پٽي، نفس پرستي ۽ خودغرضين جا جيڪي تفصيل سامهون اچي رهيا آهن سي سماج جي حساس طبقي جي روح کي رهڙيندڙ آهن.

هيءَ صورتحال جيئن پوءِ تيئن بگڙجندي پئي وڃي. سماج جو وڏو تعداد تماشائي بڻيل آهي، جڏهن ته سماج جا گهڻ گهرا ۽ دردمند ماڻهو وري ڪنهن مصلح جي انتظار ۾ آهن ته هو اچي حالتون بدلائيندو. سٺ سالن کان مصلحن

۽ معجزاتي ڪردارن جو انتظار ٿيندو پيو اچي. رياست اسان سان سچي ناهي (بلڪ دشمن بڻيل آهي)، ادارن جي تباهي لڳي پئي آهي. حسد ۽ اسهپ سنڌ کي سيڪاٽي چڙيو آهي ۽.هر قسم جي عذابن ۾ ورتل آهيون. دشمن کي انهيءَ کان وڏيڪ ڇا گهرجي! روزانو اسان جي تباهيءَ جون نيون رٿون رٿجن ٿيون. روزانو نيون ڪوڙڪيون اڏجن ٿيون. اسين پنهنجي ڌرتيءَ تي غلام ۽ ڳيجهو اقليت بڻجي وڃون، ڌرتيءَ جي مالڪيءَ جي اهليت وڃائي ويهون. ٻهريان شهرن ۽ وسيلن کان تڙجون ۽ پوءِ ڏاڪي بہ ڏاڪي اسان جي حق خود ارادیت، خودداري ۽ وقار سڀ ختم ٿي وڃن. پوءِ جيئون تہ صرف غلامانہ حيثيت ۾ پنهنجي آقائن جي سامهون هٿ جوڙ ڪرڻ لاءِ، انهن جي خوشامد ڪرڻ لاءِ، انهن سان وفاداريون نڀائڻ لاءِ ۽ انهن جي مفادن جي سرانجاميءَ لاءِ بيغيرتيءَ جو ڪردار ادا ڪرڻ واسطي!؟
اي سنڌ جا سنڌيو!

اڍائي سوءَ سالہ غلاميءَ جي بدترين شڪل جيئن پوءِ تيئن اسان جي مٿان مڙهجي رهي آهي. اسان جي ڌرتيءَ جي وسيلن تي قبضو ڪري انهن جي مڪمل آمدني هڙپ ڪئي پئي وڃي. هن ملڪ ۾ نڪرندڙ ڪل تيل جو 73 سيڪڙو سنڌ مان نڪري ٿو ليڪن سنڌ کي ان جي 5 سيڪڙو رائلٽي بہ نٿي ڏني وڃي. هن ملڪ مان نڪرندڙ 50 سيڪڙو گئس سنڌ مان نڪري ٿي ليڪن ان جي رائلٽيءَ کان بہ سنڌ کي محروم رکيو وڃي ٿو. سنڌ جي بندرگاهن ۽ بندرگاهہ واري شهر ڪراچيءَ جي ڪمائي هن ملڪ جي ٽوٽل ڪمائيءَ جي 60 سيڪڙي کان بہ وڌيڪ آهي ليڪن ان ڪمائيءَ جو 12 سيڪڙو بجيٽ ۾ سنڌ حوالي ڪيو وڃي ٿو ۽ ان جو بہ وڏو حصو ڌارين جي آباد لوڌ تي صرف ٿئي ٿو. هينئر سنڌين کي صرف اِن لاءِ جيئڻ جو موقعو ڏنو وڃي ٿو تہ اهي شهرن ۾ رهندڙن جي آرامده زندگيءَ لاءِ گهربل سامان پيدا ڪرڻ جو ذريعو هجن ۽ ان مان ڪين ايترو ملندو رهي جنهن سان هو ذلت ڀري زندگي جيئندي اهڙي ڊيوٽي ڪرڻ جي لائق رهي سگهن. انهيءَ عطا جو بہ وڏو حصو وري ڌارين جي صنعت جو مال واپرائڻ جي ذريعي شهري ٻاٻن تائين موٽي اچي ٿو ۽ اسان جي ماڻهن کي بک، بدحالي ۽ فقر/فاقي ڪانسواءِ ڪجهہ بہ پلئہ نٿو پوي. هينئر عام ماڻهن جي زندگي جهنم بڻيل آهي. ٻچڙيوال ماڻهو جيڪڏهن وقت تي دال مانيءَ سان گذارو ڪري وڃي ٿو تہ پنهنجي ٻچڙن جي علاج لاءِ پريشان آهي ۽ سندن علاج جون ضرورتون بہ وياج جي ڪنيل رقمن مان پوريون ٿين ٿيون. جڏهن تہ هنن جي ٻچن جا ڪاج بہ وياج تي ورتل رقمن مان سرانجام ٿين ٿا. انهيءَ ڪانپوءِ انهن وياجن جي ادائيگيءَ ۾ زندگي جهنم بڻجي رهجي وڃي ٿي.

تاريخ ۾ اسان هيءَ ڳالھ وري وري پڙهي تہ پيغمبرن انسانيت کي جڏهن بہ اهڙين غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيل ڏٺو تہ هنن ان ڏاڍ ۽ جبر کي چئلينج ڪري پنهنجي وقت جي وڏن فرعونن، نمرودن، شدادن ۽ ابوجهلن سان ٽڪر کائي انسانيت کي ان پيڙا ۽ عذاب مان نجات ڏياري، ليڪن اسان جي انهن پيغمبرن جي وارثيءَ جي دعويدار مشرڪ مذهبي طبقن طرفان اهڙن فرعونن سان ٽڪر کائي نجات ڏيارڻ تہ پنهنجي جاءِ تي پر هنن استحصالي طبقن سان پٽ تي اسان جي غلاميءَ واري پنجوڙ کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻ ۾ ساٿن سهڪار ڪيو آهي. هنن هتي اوريجنل مذهبيت جي اصل روح کي مسخ ڪري پيشہ ور مذهبيت جون پاڙون پختيون ڪيون آهن. انهن پنهنجي پيشہ ور مذهبيت جي طور طريقن سان اسان کي پانت پانت جي ذهني غلامين جي منهن ۾ ڌڪي ڇڏيو آهي. انهن غلامين اسان جي ذهنن کي اهڙو مفلوج ڪري ڇڏيو جو اسان مان آزاديءَ جي امنگ ۽ احساس بہ ميسارجي ويو ۽ اسان انهيءَ غلاميءَ کي پنهنجو مقدر سمجهڻ شروع ڪيو ۽ پنهنجي عملن جي شامت قرار ڏنو. انهن اسان کي پنهنجي گروهن جو پوئلڳ بڻائي اسان مان حق ۽ سچ جي ڳولا جي جستجو ختم ڪري ڇڏي ۽ اسين انهيءَ لائق نہ رهياسين جو غيرجانبدار بڻجي حق ۽ سچ جي سُڃاڻ جا اهل رهون. تان جو اسان پنهنجي رهبر ۽ رهنما ڪتاب قرآن جي تعليم کان بہ بيگانا بڻياسون ۽ هدايت جو سرچشمو ۽ رهبر قرآن بدران مولوين، ذاڪرن ۽ مرشدن کي مڃڻ شروع ڪيوسين. ايئن اسان جي پٽڪڻ جو عمل جيئن پوءِ تيئن گهرو ٿيندو ويو ۽ انهن فرقيوارانہ ڪيڏ ڪيڏندڙن جي لاءِ اسان جي حيثيت هينئر هڪ رانديڪي واري بڻجي ويئي آهي. الله پاڪ اسان کي پيدا ڪري اسان تي ڪنهن خاص فرقي سان هلڻ جو زور نہ رکيو هو بلڪ بہ واٽون ۽ انهن تي هلڻ جا نتيجا ٻڌائي اسان کي آزاديءَ سان انهن مان هڪ جي چونڊ جو اختيار ڏئي ڇڏيو هو ليڪن اسان پنهنجي مٿان ڪنهن خاص فرقي جو ليبل لڳائي ڪٽرپڻي جو طوق پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي ڇڏيوسين ۽ پنهنجي هر عمل جو اظهار ٻڌ سڌ تي ۽ ٻين جي اثر هيٺ ڪرڻ لڳاسين. نتيجي ۾ ان ڪٽرپڻيءَ اسان جي ذات ۽ شخصيت، اسان جي مرتبي ۽ حيثيت کي وڃائي ڇڏيو ۽ اسين "مردحر" بنجڻ بجاءِ "پڇ لٽڪائو شخص" بنجي وياسين.

هيءَ اسان جي انتهائي سادگي هئي جو ڪتنب، مٽن مائٽن، دوستن سنگتين، مرشد ملان ۽ ماحول معاشري اسان جي سوچ ۽ فڪر کي جنهن بہ قالب ۾ فٽ ڪرڻ گهريو تہ اسين ان ۾ فٽ ٿي پئي وياسين. حالانڪ اسين ڪنهن بہ قالب ۾ فٽ ٿيڻ واري مخلوق ڪونہ هئاسين. الله تعاليٰ اسان کي سليم فطرت تي پيدا ڪيو هو ۽ هن، اها فطرت نج صورت ۾ اسان لاءِ ٺاهي هئي. اسان کي پنهنجي سوچ

۽ عمل سان ارتقا جي عمل مان گذري پنهنجي شخصيت جي تڪميل ڪرڻي هئي پر ان جي برعڪس اسان فرقن جي قالبن ۾ زوريءَ فٽ ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي. ايئن پنهنجي شخصيت ۽ مرتبن جي واڌ ويجهه کان محروم رهندا وياسين.

اسان کي اشرف المخلوقات جي حيثيت ۾ وجدان ۽ حواس سان گڏ عقل ۽ وحي جي رهنمائيءَ جا شاهڪار بندوبست پڻ ڪري ڏنا ويا تہ جيئن اسين حق جي تلاش ۾ تمام ڊگهي سفر ۽ انيڪ تجربن کان بچي پئون. پر اسان حواسن، عقل ۽ وحي جي سڌي رهنمائيءَ کي مڃڻ بجاءِ ٻڌ سڌ ۽ ورن وڪڙن تي هلڻ جا روادار ٿياسين يا وري مٿن مائٽن، دوستن توڙي مرشدن ۽ مشرڪ مُلن جي طريقي تي اکيون ٻوٽي هلڻ جي ريت تي قائم رهياسين.

اسان جي لاءِ پنهنجي متعلق هنن وڏن انساني سوالن جي ڪا اهميت ئي نہ رهي تہ "مان ڪير آهيان؟" "ڇو پيدا ڪيو ويو آهيان؟" ۽ "منهنجي اڳتي منزل ڇا آهي؟" اهي ئي اُهي سوال هئا جيڪي اسان کي سچ ۽ ترقيءَ جي دروازي تي پهچائي سگهيا پئي ليڪن مسخ ٿيل مذهبيت اسان کي پرستش، ڇمڻ ڇٽڻ ۽ هاءِ گهوڙا جي ڪمن سان لڳائي اهڙن انساني سوالن کان هميشہ لاءِ غافل رکي ڇڏيو.

اي سنڌ جا سنڌيو!

اسان جي پٺتڪڙ جو عمل شروع ئي اتان ٿيو آهي جو اسان لٽيرن ۽ غلام بنائيندڙ قوتن جي حرفتن ۽ مڪارين جو شڪار بڻجي سندن پاڙيتو پوتارن ۽ مرشدن، ذاڪرن ۽ مُلن جا گولا ۽ غلام بڻجي پنهنجي هستي ۽ وقار کي نيست ڪري ڇڏيو. اسان جي صوفي بزرگن اسان کي پيغمبرن جي طريقي تي الله تعاليٰ جي برتر هستيءَ کي وحده لاشريڪ لہ مڃڻ جا ڏس ڏنا هئا تہ جيئن اسين پاڻ ان برتر هستيءَ جو پرتوو بڻجي انسانن کي الله جو عيال مڃون. ان سان پنهنجي شناخت ڳولهيون ۽ ان سان ئي پنهنجي تخليق جي مقصد کي سڃاڻيو ڪريون. شاه لطيف اسان کي "آيتون آهين" جي واٽ وٺڻ جو ڏس ڏنو هو ۽ ٻڌايو هو تہ ان واٽ تي هلي آجپي، فلاح ۽ نجات جو "پريان سندو پار" ملندو. شيخ اياز بہ چيو هو تہ "پٺائيءَ جو دڳ نيڪ آهي، انهي تي سڌو هلي آءِ، ورورا ڪا توکي اوڙاهہ ۾ اڇلائيندا."

اسان جي پٺتڪڙ اسان کي بيحد پوڳايو آهي. پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ بہ عذابن مان گذريان آهيون ۽ قوميءَ زندگيءَ ۾ بہ اسان جي پوڳنائن جو ڪو انت ڪونهي. انهيءَ ڪري اڃو تہ پاڻ بدلايون ۽ فضيلتن ۽ ماڻهپي جو، خدا کي گهربل نئون جهان اڏيون. اهو جهان اڏبو ئي تڏهن، جڏهن اسين خودشناسيءَ ۽ خدا شناسيءَ جي حاصلات ۾ خانداني نسبتن، ذاتي چاهتن ۽ پاڻ کي معتبر ۽ اڪابر سمجهڻ جا رويا ڇڏي، خدا جي پنهنجي ٻڌايل طريقن کي مڃڻ جا روادار ٿباسين. ماڻهو هدايت يافتہ ٿيندو ئي تڏهن جڏهن سڀ کان پهرين پنهنجي خواهشن ۽ ماحول جي اثر ۾ جوڙيل ڪوبہ هٿ ٺوڪيو مذهب ۽ طريقو پنهنجي مٿان مسلط نہ

ڪري. ان ڪري اچو تہ اهڙا سڀ طريقا ڇڏي پالڻهار جي پاران انسانيت جي لاءِ موڪليل حتمي هدايت قرآن جي ذريعي پنهنجي خلقيندڙ ۽ پالڻهار ذات سان وفاداري ۽ اطاعت جو عهد ڪريون. الله تعاليٰ جي قرآن ۾ ٻڌايل ضابطن کي اکين تي ڪئون ۽ سندس رضا ۽ مهرباني کي ان جي خلق ۾ تلاش ڪريون. صرف قرآن کي پنهنجو مرشد، هادي ۽ رهنما بڻائي ان جي هدايت کي پنهنجو لائحہ عمل بڻايون. پنهنجي ذات جي چوڌاري قرڻ بند ڪريون ۽ انسان مقصدن ۾ سڀ جو خير گهرڻ شروع ڪريون. پنهنجي وسيلن ۽ هوند کي پاڻ وٽ مالڪ جي امانت سمجهي جيئن پنهنجي اولاد تي خرچ ڪيون تيئن حال سارو پنهنجي عزيزن ۽ چوڌاري ماڻهن جو حصو بہ ان ۾ سمجهون. پاڻ ۾ قرباني جو ڪلچر پيدا ڪريون ۽ هر هڪ مسلمان ۽ هم وطن کي عملي طرح پنهنجو پاءُ مڃڻ شروع ڪيون.

پنهنجي پنهنجي حلقي ۾ اهڙا گروپ جوڙيون جيڪي ماڻهن کي توحيد، تعليم، چڱائي ۽ سڌاري جي دعوت ڏين ۽ ماڻهن جي مسئلن ۾ انهن جي عملي سهائتا ۽ مدد ڪن. پنهنجو وقت ٽي وي ڊرامن ۾، هوٽلن ۽ فالتو ڪچهرين ۾ وڃائڻ بجاءِ پنهنجي سماج جي ڪارائتي ڪرت پاڻ تي ذميواري سمجهي هٿ ۾ کڻون. ڪي اسڪول جي نظام سڌارڻ جو بار کڻي، ڪو اسپتالن ۾ سهولتن جي نگراني ڪري. ڪو آفيسن ۾ ٿيندڙ ڪمن ۾ سهولت ڏيارڻ لاءِ پاڻ پتوڙي. ڪو مسڪينن جي بحال ڪاريءَ جو ذمو پنهنجي مٿان کڻي. ڪو هڪ مسڪين حصي ۾ کڻي، جنهن کي هو وسيلا پيدا ڪري ڏي تہ جيئن اهو مستقل طور محتاجيءَ کان بچي پنهنجو ۽ پنهنجي ٻچن جو روزگار ڪري. مطلب تہ ماڻهو زندگيءَ ۾ ڪونہ ڪو اجتماعي ڪم پنهنجي لاءِ چونڊي کڻي، جنهن لاءِ هو پاڻ کي ديوانو بڻائي ڇڏي. الله اهڙي ماڻهوءَ کي پنهنجو دوست بڻائي ٿو ۽ ان تي اڻ ڳڻيون مهربانيون ڪري ٿو جيڪو الله جي عيال، ان جي مخلوق جي سهائتا ۽ مدد ۾ ديوانو بڻيل رهي ٿو.

اسان جو اختيار ۽ مرتبو بہ الله جي ڏنل امانت آهي ۽ ان جي بہ آزمائش ٿئي ٿي. جيڪڏهن استاد آهيون تہ شاگردن کي تعليم ۽ تربيت ۾ پڙ ڪيون. اها اسان جي مٿان پنهنجي ضمير، سماج ۽ الله جي ڊيوٽي آهي. جيڪڏهن دڪاندار آهيون تہ ماڻهن کي ملاوٽ جي شين کان بچايون، غريبن کي سودي جي سهولت ڏيون. جيڪڏهن سرڪاري ملازم آهيون تہ رشوت ۽ سفارش کان پنهنجا پاند آجا رکي ماڻهن جا رکوالا ۽ واهرو بڻجون. جيڪڏهن ڊاڪٽر آهيون تہ ماڻهن لاءِ ڪاسائي نہ ٿيون بلڪ مسيحا بڻجون. جيڪڏهن انجنيئر آهيون تہ تخريبڪار نہ بلڪ سٺا معمار بڻجون. جيڪڏهن سماجي ورڪر آهيون تہ جهڳڙي ۽ پيدا گير نہ بلڪ سماج سڌارڪ ۽ هڏڏوکي بڻجون. جيڪڏهن سياسي ورڪر ۽ اڳواڻ آهيون تہ واقعي انسان دوست رهبر بڻجون. نوجوانن جي رهبري ڪيون تہ انهن ۾ شعور، سهپ، برداشت ۽ فراخدلي پيدا ٿئي. سندن "ڪوڙي انا" ۽ خودغرضي

ڪافورٿئي ۽ اهي اجتماعيت جي لڙيءَ ۾ پوئجن. اهي خدا سان پنهنجي نسبت جوڙي وٺن ۽ انسانن لاءِ جيئڻ جو عزم ڌارين. اهي ڌرتيءَ سان محبت جو شعور حاصل ڪن ته، جيئن خدا، انسان ۽ ڌرتيءَ جو ٽڪنڊو ٺهي پوي.

جيستائين اسان جي زندگين ۾ اهو ٽڪنڊو نٿو ٺهي تيستائين اسان جي پٽڪڻ جو سفر ختم نه ٿيندو. اسين، ڌرتيءَ چاون سان پنهنجو بي لوث نينهن ناتو نڀائڻ جي لاءِ پاڻ کي تڏهن وقف رکي سگهنداسين جڏهن اسان کي هيءُ شعور حاصل هوندو ته اسين سڀ خدا جو عيال آهيون ۽ ان ڏانهن جوابده آهيون. اهڙي طرح خدا کي به انسان جو اهو تعلق گهرجي ٿو جيڪو ڌرتيءَ تي خلافت يعني انسانن لاءِ نفعي بخشيءَ جو مظهر هجي. قرآن خدا، انسان ۽ ڌرتيءَ جو مڪمل ۽ واضح شعور آهي ۽ اهو شعور ئي قومن جي زندگيءَ ۾ تبديلي ۽ فلاح جو سرچشمو آهي.

اي سنڌ جا سنڌيو!

هينئر وقت اچي ويو آهي ته اسان پاڻ بدلايون ۽ جيڪڏهن هينئر به پاڻ بدلائڻ جي واٽ نه ورتي سين ته پوءِ ميسارجي وينداسين. قومون انقلابن مان گذرنديون آهن ۽ اهي انقلاب قومن جي پاڻ بدلائڻ لاءِ وڏي اٿل پٿل هوندا آهن. اسان کي ان اٿل پٿل مان ڪو مسيحا اچي گذاريندو! اهو خيال مٿي مان ڪڍي ڇڏڻ گهرجي. ان اٿل پٿل جو آغاز اسان کي پاڻ کي ڪرڻو آهي. اسان کي ان توحيد جي روح طرف موٽڻو آهي جنهن، پنج هزار سال اڳ ابراهيمي دين تي قائم رهندي اسان کي دنيا جي شاهڪار تهذيب جو مالڪ بڻايو هو. اها توحيد، جنهن برصغير ۾ اسلام جي آمد سان اسان جي شناخت کي ممتاز ڪري رکيو هو. جنهن اسان کي سمن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ جي آجپي جي لائق بنائي رکيو هو. ان توحيد سان ئي اسان کي پنهنجي ۽ پنهنجي رب جي سڃاڻپ حاصل ٿيندي. انهيءَ توحيد سان ئي اسان کي سڀني انساني غلامين مان نجات ملندي. ان توحيد سان ئي اسان ۾ اعليٰ انساني قدرن جي آبياري ٿيندي.

هي اسان جا نفساني روڳ، هي اسانجا سماجي ڪروڌ، هي اسانجون ذاتي پريشانيون ۽ اسانجا گهريلو ۽ برادرين جا بگاڙ تيستائين ختم نه ٿيندا جيستائين اسان رڳو هڪ قرآن کي هادي ۽ مرشد نٿا بڻايون. هدايت به قرآن آهي، رهنمائي به قرآن آهي، روشني به قرآن آهي، شفا به قرآن آهي، سڻائي به قرآن آهي ۽ نجات به قرآن آهي. قرآن کي الله تعاليٰ عمل جو ڪتاب ڪري موڪليو ۽ ٻڌايو ته جيڪو قرآن ۾ ٻڌايل ضابطن جي مطابق زندگي گذاريندو سو ٻنهي جهانن جون ڀلايون ماڻيندو ليڪن اسان انهيءَ کي پوتين ۾ ويڙهي صبح شام اگربتين سان واس ڏيڻ ۾ ئي پنهنجي عافيت ۽ وڏو اجر جو ڪم سمجهيوسين. ۽ جڏهن ان کي هٿن ۾ به آندوسين ته صرف قسمن کڻائڻ جي آلي جي طور تي- اهو قرآن،

جنهن چيو آهي تہ آءٌ قيامت ڏينهن الله جي دربار ۾ دانهين ٿيندس تہ هيءَ قوم مونکان بيگاني بڻجي وئي هئي. سو اسان جي حال تي هينئر بہ حيرت زده آهي.
قرآن کي حيرت انهيءَ تي آهي تہ جيڪو ڪتاب زنده قومن جي عروج ۽ زوال، ترقي ۽ پستيءَ جا طريقا، واٽون ۽ اسباب ڏسيندڙ آهي، تنهن کي هيءَ قوم صرف مئلن تي ختما ڏيارڻ جي لاءِ ڪيئن ٿي ڪم آڻي!؟
قرآن کي حيرت انهيءَ تي بہ آهي تہ جيڪو ڪتاب انسانن کي انهن جي چڱن عملن جي ذريعي سندن ذاتي توڙي اجتماعي زندگيءَ کي چوٽڪاري ۽ ترقيءَ تي پهچائڻ جو ذريعو آهي، تنهن کي نسورو ڦيٽڻ ۽ شوڪارن جي ڦوڦو ۽ شوشو جو ذريعو ڇو بڻايو ويو آهي!؟
اي سنڌ جا سنڌيو!
اچو تہ انسانيت جي اعليٰ آدرشن ۽ انسانيت جي فلاح جي لاءِ سڀ طاغوتي ازم، ور وڪڙ رستا، غير فطري فڪر ۽ ڀٽڪائيندڙ رهنمايون ڇڏي هڪ قرآن جو دامن وٺئون. قرآن اسان جي ترقي پسند خودشعوري جو ڀنڊار آهي. ماٺيڇي جي تڪميل ۽ ان جي مٿانهين درجي جي حاصلات قرآن جي ذريعي ئي ممڪن آهي. جنهن کان پوءِ اسان هن ڌرتيءَ تي هڪ فعال ۽ ذميدار ڪردار ادا ڪرڻ جي اهل بڻجي سگهنداسون. اسان جي بگاڙ جو آغاز ئي اتان ٿيو جتان اسان قرآن جي رهبريءَ کان زندگيءَ جي شعبن کي محروم ڪري ڇڏيو. انهيءَ محروميءَ اسان مان اهي جوهر ۽ خصلتون ختم ڪري ڇڏيون آهن جيڪي قومن جي زندگي ۽ باوقار جياپي جو ڪارڻ هونديون آهن ۽ جيڪي انهن جي جسمن ۽ روحن کي آزادي، وقار ۽ فلاح جهڙين نعمتن کان سرفراز ڪنديون آهن. انهن انساني خوبين جي حوالي سان اسان جيڪي ڪجهہ وڃايو آهي، قرآن ئي اسان کي ان جي واپسيءَ جو شعور عطا ڪري ٿو.
قرآن اسان کي "حق ۽ سچ جي ساٿاري ٿيڻ" جو شعور بخشي ٿو. جنهن ڪري اسين برادرين، فرقن ۽ رشتيدارين نباهڻ جي مصلحتن کان آجا ٿي سگهون ٿا. نتيجي ۾ اسان خودغرض، مفادپرست، ظالم ۽ انسانيت ڪش وابستگين ۽ حڪمرانين کان بچي سگهنداسين.
قرآن اسان کي "ضمير جي آزاديءَ" جون حڪمتون ڀڏائي ٿو. جنهن ڪري اسين ضمير جي آزاديءَ کي مرشد، وڏيري، ياري باشي ۽ پنهنجي ذاتي مفادپرستيءَ وٽ يرغمال رکڻ کان بچي وينداسين. نتيجي ۾ فلاحي معاشري جي انهن نعمتن کان بهره ورٿيندا سين جيڪي باضمير قومن لاءِ جنت نظير مثال بڻيل هونديون آهن.
قرآن اسان کي "بهادري ۽ غيرت" جي اصل واٽ جو پانڌيئڙو ڪري ٿو. ان سان اسان جي غيرت ۽ بهادري بيوس نياڻين، ڪمزور عزيزن ۽ نسلي جهيڙن تي

صرف ٽيڙ ڪان بچي ويندي ۽ اها غيرت ۽ بهادري مقامي توڙي ڏارين (مستڪبرن) ڦورو طبقن جي خلاف استعمال ٿي سگهندي. نتيجي ۾ اسان جي ڌرتي ۽ ان جا وسيلا ڌارين جي قبضي کان آجا ٿيندا.

قرآن پنهنجي پوئلڳن کان "انصاف پسنديءَ" جي لافاني اصول کي، ماڻهپي جو جوهر ڪري ميڙائي ٿو، جنهن ڪري عدل چند سڪن عيوض وڪري جو وکر نٿو بڻجي ۽ نہ وري دوستين ۽ رشتيدارين نباهڻ جي اڏيءَ تي ڪسجي ٿو. آفاقي اصولن تحت انصاف پسندي اختيار ڪرڻ جي نتيجي ۾ نہ صرف انفرادي توڙي اجتماعي روڳن کان بچي سگهنداسين پر قدرت جي مڪافات هيٺ پنهنجا ڪيتا لوڙڻ کان پڻ بچي وينداسين.

قرآن انسانن کي "رحم" جو پتلو بڻائي ٿو. رحم سان اسان جو اولاد ۽ عزيز بلڪ سڄي سوسائٽي بہ ان جي حقيقي لطف کان محروم نہ رهندا. نتيجي ۾ اسين پنهنجن پيارن سميت پاڻ بہ بي چيني، ڊپريشن ۽ پريشانين جي عذابن کان بچي پونداسين. قرآن "رواداري ۽ فياضيءَ" جي سوين سلوڪن سان سنواري ٿو، جنهن ڪري اسان جي شخصيت بخل، ڪيني ۽ عداوت جهڙين ڇساين کان بچي ويندي. نتيجي ۾ اسان جي لاءِ حيوانيت بجاءِ ماڻهپي جي مقام کي ماڻي وٺڻ اوکو نہ رهندو.

قرآن اسان کي "بخشش ۽ درگذر" ڪرڻ جي تلقين ڪري ٿو. ان اصول تي عمل جي ڪري وير ۽ انتقام اسان جي خمير جو جز بڻجي نہ سگهندو. نتيجي ۾ اسان نسلي جهيڙن ۽ دشمنين نباهڻ تي پنهنجي ۽ پنهنجي نسلن جي روزاني تباهي کان بچي وينداسين.

قرآن اسان کي "دشمن سان سهڻي سلوڪ" جي ترغيب ڏئي ٿو. اهو املھ ضابطو اختيار ڪرڻ سان اسان جي پاڇھ جو دائرو وسيع ٿيندو. نتيجي ۾ اسين پنهنجي لاءِ ذلتن ۽ رسوائين جا امڪان ختم ڪري ڇڏينداسين.

قرآن اسان کي "ايثار ۽ قرباني" جي وادين ۾ داخل ٿو ڪري، جنهن ڪري اسان جون خودغرضيون ۽ مفاد پرستيون ڪافور ٿي وينديون. نتيجي ۾ اسان اعليٰ انساني مرتبن کان بهره ور ٿي پنهنجي چوڌاري ماڻهن جي لاءِ مسيحائيءَ جو ڪردار ادا ڪري سگهنداسون.

قرآن اسان کي "توڪل ۽ اعتماد" جي رازن کان آگاھ ٿو ڪري. مادي زندگيءَ جي هوس گيرين کان بچڻ جو ان کان ڪارائتو نسخو ٻيو ڪونہ ٿو ٿي سگهي. نتيجي ۾ پٽڪڻ ۽ ٿوڪرون کائڻ کان بچي ويناسون.

قرآن اسان کي "قناعت ۽ سخا" جي جوهر سان سرفراز ٿو ڪري، جنهن ڪري زندگيءَ ۾ اطمينان ۽ آشتيءَ جو لطف ماڻي سگهنداسون. نتيجي ۾ اسان کي سوچن جي انتشار ۽ بي اطمينانيءَ جي لپيٽ کان پاڻ بچائڻ جو ماحول ميسر ٿيندو.

قرآن اسان کي ”خودداريءَ“ جي مقام کان آگاهه ڪري ٿو. جنهن ڪري اسان چاپلوسي ۽ جهگاڙ بازيءَ جهڙين چالن کان خبردار ٿي سگهنداسين. نتيجي ۾ حق ۽ انصاف جي حاصلات لاءِ اسان ۾ جهد ۽ جاکوڙ جو جوهر اپري ايندو.

قرآن اسان کي ”ذميواريءَ جي احساس“ جهڙن نزاڪتون پسائي ٿو. جنهن ڪري اسان پنهنجي شخصيت کي متوازن بنائڻ ۽ ادارا جوڙي انهن کي منظم ڪرڻ لائق بڻباسين. نتيجي ۾ اسان جي سوسائٽي ابتري ۽ انتشار کان بچي تحرڪ ۽ ترقيءَ جي طرف روان ٿي سگهندي.

قرآن اسان کي ”نفس جي احتساب“ جو سليقو سيکاري ٿو. ان سان اسين پنهنجي ضمير، پنهنجي خدا ۽ ڌرتيءَ ڄاون لاءِ ذميوار فرد ثابت ٿي سگهنداسون. نتيجي ۾ اسان جي شخصي توڙي قومي تعمير جا نت نوان امڪان پيدا ٿيندا ويندا.

قرآن اسان ۾ ”هر ڪم ۾ ايمانداريءَ“ جي عزم کي مستحڪم بڻائي ڏئي ٿو. جنهن ڪري اسان جي ايمان ۽ ارادن کي لازوال سگهه عطا ٿئي ٿي. نتيجي ۾ سماج ۾ اهڙن بي ايمانن جي لوڏ پيدا ٿيڻ رڪجي ويندي جيڪي سون تي سيڻ مٽائيندا وتندا آهن ۽ فوري فائدن جي حاصلات کان علاوه وٽن ٻيو ڪو بہ هدف نہ هوندو آهي.

قرآن اسان کي ”حيا ۽ شرافت“ جي نفاستن جو لحاظي بڻائي ٿو. جنهن ڪري اسان جي شخصي قدرن کي اعليٰ مقصدن جو استحڪام عطا ٿئي ٿو. نتيجي ۾ اسان جا روح فاسق ۽ فاسد سوچن جي لهس کان بچي سگهندا ۽ اسان جا جسم بہ بدا‌عماليءَ جي بديءَ کان محفوظ رهندا.

قرآن اسان کي ”پاڪدامنيءَ“ جي عظمتن کان آگاهه ڪري نفس جي تربيت ۽ تزڪيو ڪري ٿو. جنهن ڪري هوس پرستيءَ جي لونجهه کان نجات ملي ٿي. نتيجي ۾ مردانگي، غيرت ۽ بهادريءَ جي جوهرن جي اهڙي بهريابي ٿي سگهندي جو اسان پنهنجي آزادي ۽ پنهنجي حقن جي حاصلات لاءِ مٿير مڙس بڻجي جهيڙي سگهنداسين.

مطلب تہ قرآن اسان جي شخصي سياءَ کي ترقي ڏيارڻ ۽ مضبوط انسان تخليق ڪرڻ کان وٺي اسان جي مجموعي قومي روين ۽ ڪلچر کي هڪ متحرڪ زندگي بخشيندو، جنهن جي نتيجي ۾ نہ رڳو نفس پرستي، خودغرضين، مفاد پرستين ۽ هوس گيرين کان ڇوٽڪارو ملي سگهندو پر اجتماعي طرح انارڪي، ويڳاٽپ ۽ غلاميءَ جي انيڪ طور طريقن کان پڻ نجات ملي سگهندي.

اي سنڌ جا سنڌيو!

هينئر اسان ۽ اسان جي ٻچڙن بيحد پوڳيو آهي. اسان جي اڪثريت کي پنهنجي امن، آشتي ۽ اطمينان سان جيئڻ جا وسيلا ۽ ماحول ميسر ڪونهي. اسان جي نياڻين کي پڙهڻ ۽ کيڏڻ ڪڏڻ جو ماحول ڪونهي. اسان جي اولاد کي

آزاد مسابقت سان ترقيون ماڻڻ ۽ پنهنجو دامن بچائي جيئڻ جو ماحول ڪونهي. اخبارون روزانو اسان جي سماج جا روح رهڙيندڙ واقعا نوٽ ڪن ٿيون. درحقيقت ان قسم جا 10 سيڪڙو واقعا به رپورٽ نٿا ٿين (جو شريف ۽ غريب ماڻهو پنهنجي شرافت ۽ غربت جو ڀرم رکڻ لاءِ پوليس ۽ پريس ۾ وڃڻ لاءِ تيار ناهن.)

هينئر ڪاٿ غريب ڇوڪري يتيميءَ جي صورت ۾ شرافت سان جواني پار ڪرڻ لائق نه رهي آهي. ان جي چوڌاري هوس گيريءَ جا شيطان صفت ڏاڍا ماڻهو درندگيءَ جا لامارا ڏيندا رهن ٿا. هينئر ڪوبه اڇي چمڙيءَ وارو غريب ۽ مڊل ڪلاس جو ڇوڪرو پنهنجي روح زخمجڻ جي اڪيچار ايذائن کان بچيل ڪونهي. آخر اهو، پنهنجي شخصيت جي اهڙي ماحول ۾ ڪهڙي تعمير ڪري هن قوم جو ڪارآمد فرد ثابت ٿيندو!؟

سماج جي ڪهڙي به غريب ۽ يتيم ڇوڪري وحشتپڻي جي ڪرب مان گذري، اهو سڄي انسانيت جي سر جو سور نه بڻبو ته پوءِ اسان جي بظاهر تحفظ ۾ ويٺل نياڻين جو به خير ڪونهي! انهيءَ ماحول ۾ غريب ڇوڪرن جو درد اسان جي روح کي بيتاب نه ڪري سگهيو ته پوءِ اهڙي سماج ۾ عدم تحفظ جو سيلاب ڪنهن کي به پنهنجي لپيٽ مان بچائي نه سگهندو. ساڳي طرح هن روڳي معاشري ۾ جيڪڏهن ڪو پيرسن زندگيءَ جي نماشام ۾ به سُک کان عاري آهي. سماج جون بيڊڙيون عورتون پنهنجي مظلوم پٽن جي لاشن تي پار ڪڍي روئڻ تي مجبور آهن ته اها صورتحال قوم جي سيني سوچيندڙ ماڻهن کي جنجهوڙيندڙ آهي.

تنهن ڪري، اي سنڌ جا سنڌيو!

اُٿو ۽ پنهنجي روح ۽ قلب کي بيدار ۽ پنهنجي ضمير کي مضطرب ڪري سماج جي تبديليءَ لاءِ تيار ٿيو. خدا انسان ۽ ڌرتي جي شعور کي پنهنجي قومي سگهه جو فڪري محرڪ بڻائي اجتماعيت جي عمل ۾ سرگرمين سان اڳتي وڌو. اسان جي گهٽين پوڳنائن جو تعلق اسان جي انفراديت پسنديءَ جي روين جي ڪري آهي. قرآن سماج ۾ تبديليءَ جي لاءِ هڪ جماعت پيدا ڪرڻ گهري ٿو ۽ ٻڌائي ٿو ته حضرت محمد ﷺ سان گڏ جماعت هئي، جنهن مضبوط فڪر تي فلاحي معاشري جي حاصلات کي يقيني بڻايو. هن دور ۾ به فلاحي معاشرن جي قيام لاءِ سگهاري فڪر، سياسي طاقت ۽ عمل جي ذريعي قومن کي وڏيون ڪاميابيون حاصل ٿي رهيون آهن. انهيءَ ڪري اوهان کي به هتي ڀرپور اجتماعي تحريڪ ۽ سياسي هلچل پيدا ڪرڻي پوندي. اسان کي هٽ وٺي سياسي عمل ۽ سياسي هلچل کان بيزار ڪيو ويو آهي. ليڪن هي ڳالهه طئه آهي ته سياسي عمل ۽ طريقن کانسواءِ اسان جي تقدير بدلجڻ جا آثار پيدا ڪونه ٿيندا. جيڪڏهن سياست ماڻهن کي جاڳرتا جي ذريعي قومن جي تقدير بدلجڻ تي آماده ڪرڻ جو فن

آهي ۽ سياست قومن جي حقن جي خاصلات لاءِ ماڻهن کي جدوجهد تي آماده ڪرڻ جو عمل آهي تہ پوءِ هن دور ۾ تبديليءَ جو اهوئي سڀ کان موثر هٿيار آهي. سياست کي جيڪڏهن ٺڳن جي حوالي ڪري ڇڏبو تہ پوءِ تبديليءَ جي هڪ وڏي محاذ کان محرومي پلئہ پوندي. انهيءَ ڪري مفيد سياسي نتيجن جي لاءِ هتي ان جا سگهارا عوامي بنياد وجهڻا پوندا. قرآن مجيد بار بار "الناس" جي خطاب سان Masses يعني عوام کي تبديلين جي محرڪ طور سرگرم ٿيڻ ۽ بدلجڻ جون صدائون ڏئي ٿو. انهيءَ ڪري اوهان کي منظم ۽ سگهاري سياسي عمل ۽ پيدا گير سياسي فنڪارين ۾ فرق ڪري پنهنجي ڪردار جي سگهہ ۽ عوام جي حمايت سان قومي سگهہ کي مستحڪم ڪرڻو پوندو ۽ اها مستحڪم ٿيل قومي سگهہ اوهان جي لاءِ تبديلين جا دروازا کوليندي ويندي.

تبديليءَ جي لاءِ موئثر فڪري سگهہ ۽ موئثر سياسي عمل سان گڏ تعليم جي ترقي ٿيون اهم ذريعو آهي. اوهان مان جيڪي ماڻهو موئثر فڪري سگهہ کي مروج ڪري سگهن ٿا، سي اهم ڪم سرانجام ڏين، جيڪي ماڻهو موئثر سياسي عمل جي لاءِ پنهنجون زندگيون وقف ڪري سگهن ٿا، سي اهو محاذ سنڀالين پر اوهان مان تمام گهڻا ماڻهو تعليم جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ سرگرم ٿي، پاڻ کي تمام وڏي قومي ڪاز جو بار بردار سمجهي مشنري اسپرٽ سان اهو ڪم ڪري ڏيکارين. اسان جي قومي تشخص جي ڪاياپلٽ هڪ وڏي تعليمي هلچل سان لاڳاپيل آهي ۽ اسان گهٽي کان گهڻا ماڻهو اعلانيہ ۽ غير اعلانيہ انهيءَ هلچل جو آغاز ڪري ڇڏيون.

اسانجي رياستي مشينري اسان جي تعليم کي سنواري ۽ ترقي وٺائي ڏيندي، اهو ٿيڻو ئي ناهي. هاڻي جڏهن اها ڳالهہ يقيني آهي تہ پوءِ اسان کي سرڪاري ۽ پرائيويٽ ٻنهي ذريعن جي تعليمي سڌارن کي پنهنجي اسپرٽ جي دائري ۾ آڻڻو پوندو. سرڪاري تعليم جا موقعا ۽ ذريعا اسان جي ٽيڪسن مان آهن. انهيءَ ڪري انهن ذريعن ۽ موقعن کي ڇڏي ڏيڻ بہ اسان پنهنجو نقصان ڪنداسين. ٻيو هي تہ لوئر مڊل ڪلاس ۽ غريب شاگردن جي وڏي تعداد لاءِ سرڪاري اسڪولن ۾ داخلا وٺڻ اٽڪر آهي. انهي ڪري شاگردن جي هيڏي وڏي تعداد کي هن قوم جو ڪارگر فرد بنائڻ لاءِ اسان جي سيني پڙهيل ڪڙهيل ماڻهن کي قومي جذبي سان هڪ سگهاري هلچل ذريعي پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻو آهي. اوهان مان اٺ ڏهہ ماڻهو گڏجي ڪري بہ پنهنجي ڳوٺ، محلي ۽ شهر جي اسڪولن کي معياري تعليم جو بهترين مرڪز بڻائي سگهن ٿا. شرط صرف هي آهي تہ اهي پنهنجي ڌرتيءَ سان، پنهنجي ماڻهن سان ۽ پنهنجي قوم جي ٻچڙن سان لاتعلقي وارو رويو ختم ڪن ۽ اهي هر قسم جي بدحالي تي ٿڌا شوڪارا ڀري ۽ ڪجهہ ماڻهن، طبقن ۽ سرڪار تي لعن طعن ڪري ڇڏڻ تائين پنهنجي رد عمل کي محدود نہ

رکن. بلڪ پنهنجي زندگي لاءِ هڪ مقصد طور تعليم جي ترقي لاءِ مهم جوئيءَ ۾ جنبي وڃن. اوهان مان انگريزيءَ ۾ پڙ ماڻهو جيڪڦمن انگريزيءَ جي سکيا جا "ريفارمر انگلش سينٽر" کولي شاگردن کي جديد طريقن جي انگريزي ٽيوشن ڏئي وڃهن تہ جيڪر انهن ۾ قابليتن ۽ اعتماد جو نئون جهان جڙي پوي ۽ هو ان بنياد تي قومي تعمير جو اضافي جزو بڻجي پون.

هن قوم ۾ شخصي جوهر بہ آهي، ستل صلاحيتون بہ آهن ۽ ڪامندڙ ارادا بہ آهن ۽ جتي اهي ٽيئي شيون موجود هجن اتي تبديلي قياس کان ٻاهر ڪونهي. اوهان اهڙي تبديليءَ کي ممڪن بنائڻ جي لاءِ رڳو پنهنجي ماڻهپي ۽ پنهنجي خدا سان هڪ وچن ڪري بامقصد زندگيءَ جو آغاز ڪري وڃهو. ان مقصد جي لاءِ اوهان هيٺين ڇهن نڪتن تي پختي عزم سان عمل شروع ڪيو، اوهان جي نشاة ثانيہ جو آغاز ٿي ويندو.

1. قرآن مجيد حق سچ جي واٽ ۽ ماڻهپي جو شعور ڏيندڙ آخري ميچوئر منشور آهي. ان کي رهبر ۽ مرشد بڻائي ان جي ضابطن هيٺ بامقصد زندگيءَ جو آغاز ڪريو.
2. پنهنجي پنهنجي شعبي ۾ ڀرپور مهارت سان پنهنجيون ذميواريون اهڙيءَ طرح سرانجام ڏيو، جو هر لحاظ کان انسانن لاءِ نفعي بخش بڻجو.
3. سماجواديت کي پنهنجو عقيدو بڻايو ۽ اوهان جي جيتري بہ هوند آهي. انهيءَ جو هڪ قابل قدر حصو لازمي طرح قومي ۽ اجتماعي مقصدن ۾ خرچ ڪريو.
4. انفراديت پسندي ۽ انائون ڇڏي نيڪي ۽ حقن جي حاصلات لاءِ اٿندڙ آواز جو عملي ساٿ ڏيو ۽ بدي ۽ ظلم جي خاتمي لاءِ اجتماعي ڪوشش ۾ ڀرپور شرڪت ڪريو.
5. سماج ۾ تبديليءَ جي ديوانگي ۽ عشق پيدا ڪريو ۽ اهڙي تبديلي لاءِ ٿيندڙ سماجي قومي ۽ سياسي مزاحمت ۾ عملي طرح شريڪ ٿيو.
6. سنڌ کي تعليمي اوج تي رسائڻ لاءِ پنهنجو مشنري ڪردار ادا ڪيو. روزانو پنهنجي ٻچن جي تعليمي رپورٽ جاچيو ۽ استادن جي سهڪار سان سرڪاري اسڪولن جي نظام کي بہ بهتر بنائڻ جي مهم جوئي شروع ڪريو.

قومن کي نشاة ثانيہ (Renaissance) جي عمل مان گذارڻ جي لاءِ ڪجهہ ديوانا گهربا آهن جيڪي پنهنجون سوين زندگيون تلف ڪري ڪروڙين زندگين کي سڦلتا عطا ڪري ويندا آهن، جيڪي پنهنجون سوين خواهشون تهس نهس ڪري ڪروڙين خوشين کي جنم ڏئي ويندا آهن ۽ پنهنجون اڻ ڳڻيون صلاحيتون وقف ڪثري زندگيءَ کي نئون جنم مهيا ڪري ويندا آهن. رب ڪريم جو واعدو آهي تہ جيڪي اسان جي واٽن تي پختي عزم ۽ جهد سان هلي پوندا آهن، اسان انهن جي لاءِ ضرور ضرور رهنمائي ۽ سڻائيءَ جا دروازا کوليندا ويندا آهيون. ■

## سنڌ فورم جو مقصد

سنڌ واسين جي تعليمي، شعوري ۽ سماجي ترقيءَ لاءِ ڪوششون وٺڻ.

## عملي پروگرام

☆ تحريرن، تقريرن ۽ تربيت ذريعي سماج ۽ ادارن لاءِ مثالي ماڻهو پيدا ڪرڻ.

☆ تعليمي ۽ سماجي ترقيءَ لاءِ شخصن ۽ ادارن جي وچ ۾ مؤثر عملي رابطي ڪاري ڪرڻ.

☆ اخلاقي ۽ اقتصادي ترقيءَ جون مربوط عملي رٿائون تيار ڪرڻ.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني ۾ چار ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٻارن کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَرَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽنر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)